شنڪر ٻنهي سنڌي پاٺڪن لاءِ نئون نالو
. گذريل ٻن سالن ۾ هنجا ٻي ڪتاب سنڌي
اڳيان پيش ٿي چڪا آهن، جن ثابت ڪيو آهي
بنگال ٻوميءَ جو اهڙو ئي مهان ليکڪ آهي جهڙو
بو يا گرديو ٽئگور.

نجي هن قصي "ڪوي" (متوالو شاعر) ۾ هڪ
ز آهي.

پهر بون ئي بنگالي قصو آهي جنهن ۾ اُن ديس
ڪوين، ناچ گان ڪندڙ ٽولين جو چٽر چٽيو ويو
و چٽر کهڙو نه انوکو آهي!

گوالڻ جي معصوم محبت! راڌا ناچ گان ڪندڙ
روپ سوداگرڻ جي تلوار جي، تيز ڌارا جهڙي ڪل!
ڪ ڪوي! تنهن کان سواءِ ٻيڏي ماشي، سان
ڪ پرش، سارنگهو، گايڪ، طبلچي، للينا
ن...

ڪر جي ڪامل قلم هڪ هڪ پاتر کي اسان
اهڙو ته زنده ڪري پيش ڪيو آهي جو اکين

ڪڻندي، اُفق ڏانهن نهاريندي ئي سونهري ٻنديءَ هيٺان
گويا گوالط جي زنده رڪا چرندي نظر ٿي اچي. ڪنن
ر راڌا جي، ڪنار جي تيز ڌار جهڙي ڪل جو پراڏو ٿو پهچي،
دل اندر نتانيءَ ڪويءَ جي پدن جي گونجار ٿي اُٿي.

نتانيءَ جون ڪوتائون نه هن قصي جي جان آهن.

پهرين خيال اهو هو ته اُهي به سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪرائي
ڏيون وڃن، پر اهڙو شاعر دوست ملي نه سگهيو جو
بنگالي شعر سمجهي اُن کي سنڌي روپ ڏئي. ان
ڪري اصلي بنگالي شعر ڏنئي اُنهن جو ڀاوَ ارٿ سنڌيءَ
۾ ڏنو ويو آهي. اهي بنگالي شعر پڙهندي اسان کي
خوبيءَ معلوم ٿيو ٿئي ته بنگالي ڀاشا ۽ اسانجي سنڌي
ڀاشا کي ڪيڏي نه ويجهي آهي.

مثال طور نتاني هڪ هنڌ ڳائي ٿو:

ڪالو جودي موند توبي...

ڪالو = ڪارو. جودي = جيڪڏهن. موند = مندو خراب.
توبي = هجي.

اهڙي طرح جيڪڏهن پيا شعر به توري ڌيان سان
پڙهيا وڃن ته اُنهن جو مطلب سمجهڻ مشڪل نه ٿيندو.

انهن شعرن جي باري ۾ مان پنهنجي بنگالي دوست شري گهوشل ۽ بمبئي جي بنگال ڪلب وارن جو تمام گهڻو شڪرگذار آهيان، جن شعرن جي لکائڻ ۽ سمجهائڻ ۾ مونکي گهڻي مدد ڪئي آهي.

مونکي خاطري آهي ته تارا شنڪر ٻئنرجيءَ جو هي قصو ۽ سنڌي ساهت جي ٻين ڀينرن قصن جي صف ۾ جڳهه حاصل ڪندو.

ڄگت آڏواڻي.

Printed and Published by Karamchand N. Dewani,
at the Chandan Printing Press, Hasali Tank Road
Dadar (W. R.) Bombay 28.

بلڪل نئين، نرالي ۽ انوکي ڳالهه!

ائين دليل ڏيئي سگهجي ٿو ته دئيت ڪل ۾ پرهلاد ڪيئن جنم ورتو هو؟ پر اها ڀڳوان جي ليلا ڪري ٿي ليکجي. هو گونگي کي ٻولائي سگهي ٿو، هنجي اڇا سان ٻنگلا پهاڙ لتاڙي سگهن ٿا. سو دئيت ڪل ۾ پرهلاد به اُن پرم شڪتيوان پرم ايشور جي اِڇا سان ئي جنميو هو. مگر گناهن ۽ ڏوهن کان بدنام ٿيل ڊوم ذات ۾ پيدا ٿيل ڇوڪرو اوچتو شاعر بڻجي پوي ته اُنکي ايشوري ليلا سڏجي يا نه، ان باري ۾ شاسترن ۾ ڪو به پرماڻ ڏنل ڪونهي.

انهيءَ ڪري ئي دنيا اِن ڳالهه تان عجب پئي ڪاڏو.

ڳوٺ جي سڌريل سگهڙ ماڻهن سچ ٿي چيو ته اها نپٽ نئين ۽ انوکي ڳالهه آهي. هو به ائين!

اَڻ پڙهيل هريجن چوندا هئا ته ننائي چرڻ ته حد ڪري ڏيکاري، بابا! جنهن ذات ۾ ننائي چرڻ جنم ورتو سا هندو سماج جي هيٺ ۾ هيٺ ڪريل، نيچ ۾ نيچ ڊوم ذات هئي. مگر شهرن ۾ جنکي ڊوم سمجهيو ويندو آهي، ننائي اُن ذات مان ڪونه هو. اها ڊوم ذات بنگال جي پرسد لڙاڪو ذات آهي ... پراچين سمي ۾ به اهي ڊوم پٺاڻن جي ٻل لاءِ هاڪارا هئا. تڏهن اهي ويرونشي سڏبا هئا. چون ٿا ته نواب جي فوج ۾ به اهي ويرونشي پنهنجي سوروير تا

لاءِ هاڪارا هئا. پوءِ جڏهن ڪمپنيءَ جو راڄ ٿيو ۽ اُهي نواب جي نوڪريءَ کان آزاد ٿيا، تڏهن اهي سوروپرءَ جوڌا وڃي ڌاڙو ٻڌيا. اڄ به پوليس کاتي جو سڄو اِتهاس اِنهن ڌومڪن جي بهادريءَ جي ڪارنامن سان ڀريل آهي. جنهن ڳوٺ جو هتي ذڪر آهي اُن ڳوٺ جي هڪ هڪ ڌوم جي رڳن ۾ اڃا به سوروپرن جو رت ڇولون ڏيو ماري. اِن سيلاب کي روڪڻ لاءِ پوليس هر ممڪن اُپاءَ ورتا آهن... زنجيرون، شڪنجا، ڏنڊا، بيڙيون، هٿڪڙيون ساڏن جي مدد ورتي ويئي آهي. ازانسواءِ هنن لاءِ فوجداري قانون به گهڻ ڪرڙو ڪونهي، پر اهو سيلاب اڃا به زير زمين، پنهنجي پوري ويگ سان وهندو ٿو رهي، اڃا روڪجي نه سگهيو آهي.

نتائيءَ جو مامو گوُر ويرونشي آهي... يعني ته هو هاڪارو ذاڙيل ۽ ڌاڙو آهي. اَيام اڳ جي ڳالهه آهي ته هو پنج سال ڪاري پاڻيءَ جي سزا پائي، انڊمان مان رهي آيو آهي.

نتائيءَ جي ناني يعني گوُر جي پيتا شنيوءَ به اِنڊمان ۾ ئي پران تياڳيا هئا.

نتائيءَ جو پيتا به گهرڦورو چور هو. ڏاڍس نه ڄ هو. چون ٿا ته رات جي انڌيري ۾ پنهنجي نانيءَ کي رواجي راهگير سمجهي ڪهاڙيءَ سان ختم ڪري ڇڏيائين. اهو واقعو ڳوٺ کان ڪوهه ڏيڍ پري ٿيو هو.

اهڙيءَ ذات ۾ ئي نتائي چرڻ جو جنم ٿيو هو. خونيءَ

جو ڏوهتو، ڊاڪوءَ جو پاٽيجو، نڳ جو پوٽو، گهر ڦوروءَ جو پٽ. نتائيءَ جي منهن تي پنهنجي ذات جو هرڪو چهن بلڪل چٽو هو... سريرقداور ۽ سگهارو، جسم جو رنگ رات جهڙو ياٽ ڪارو، مگر هنجي اکين ۾ دنيا ۽ نهنائيءَ جو نور هو.

اهوئي نتائي اوچتو شاعر بڻجي پيو.

دنيا حيرت وچان هنڏانهن نهاريو... نتائيءَ شرمائجي نگاهون جهڪائي ڇڏيون.

حقيقت هيئن آهي.

ڳوٺ جي ديوي مها ديوي چاموندا آهي. مانگهه مهني جي پورڻماسيءَ تي چاموندا جي پوڄا جو مها پرب آهي. انهيءَ مهاپرب تي هتي وڏو ميلو لڳندو آهي. شاعر اُن ميلي ۾ شريڪ ٿي پنهنجا شعر ۽ گيت ڳائيندا آهن. نوتنداس ۽ مهاديو هن ٽڙ جا ٻه هاڪارا ڪوي آهن جي هن سال ٻه اُن ميلي ۾ ڳائڻ وارا هئا.

شام کان ماڻهن جي ڀيڙ ڪني تيڻ شروع ٿي هئي. سنجها ٿيندي ٿيندي سخت ڀيهه مچي ويئي. هزار ڏيڍ ماڻهو اچي ڪٺا ٿيا هئا.

مهاديو ڪويءَ جي ٽولي ته پهچي ويئي هئي پر نوتنداس جي ٽولي اڃا ڪانه پهتي هئي.

جيڪو ماڻهو ڪيس گهران سڏڻ ويو، تنهن موٽي اچي ٻڌايو ته گهر بند پيو آهي، اُتي ڪير ڪونهي.

ميلي جا ڪاروباري اهو بدي نهايت ذوران ٿيا ۽ ويچار ۾ پئجي ويا.

نوتنداس جو ڏوهه ڪونه هو. گذريل سال وارا هنجا پئسا اچا ڏهيل هئا. اڳئين سال ميلي ۾ پئسا تمام ٿورا آيا هئا. چامونڊيءَ جي مهنت هنتي آشيرواد ڏئي جي خوب وڪا ڪندي، هنکي چيو هو، "بابا چننا نه ڪر، ايندڙ سال توکي سڀ ڪجهه ملي ويندو. ايندڙ سال ميلي شروع ٿيڻ کان اڳيئي توکي ٻنهي سالن جي رقم ملي ويندي."

نوتن ۽ مهاديو سالن کان ان ميلي ۾ ڳائيندا آيا هئا. زمانو هو جڏهن اهو ميلو ڏاڍي ڌومڌام سان لڳندو هو ۽ هنکي سيڪي پليءَ پوندو هو. سو گذريل سال جڏهن هنکي پورو نه مليو ته هو شرم وچان ڪجهه به ڪچي نه سگهيا. پر هن سال ميلي شروع ٿيڻ کان اڳي نوتن جڏهن مهنت کي پرنام ڪري، سندس اڳيان هٿ ڦهلائي اچي بيٺو ته مهنت اُنکي روپين سان پرڻ عوض اُن تي هڪ جهُونتيءَ جو تازو لال ڦول رکي چيو، "شل جڳ جڳ جيئندو رهين پٽ! شل هميشه ڪليان ٿئيئي!"

ايترو چئي هو پنهنجي ڪرت ۾ مشغول ٿي ويو.

اُن وقت ٻيا به ڳهٽيئي اُتي حاضر هئا، جن سان مهنت جي ڳالهه ٻولهه پئي هلي. نوتن ترسي بيٺو جيسين مهنت اُنهن مان واندو ٿئي. ڳالهه ميلي جي ۽ مندر ۾ پيئنا جي آمد ۽ خرچ جي ٿي پئي هلي. مهنت آمد ۽ خرچ جو ڪاٿو

تفصيلوار پيش ڪندي اهو ثابت ڪيو ته چاموندي ديوي جي هنڊين متاثرن کانسواءِ ٻيو ڪو به اُپاءُ نه آهي.

پوءِ ٿورو کلي چيائين، ”ههڙو مهاجن ٻيو ڪونه ملندو بابا! ڪبير پنڊاري آهي. ڌرم جي ڪاغذ تي ڪامنا جي مس سان هنڊي لکي ڏن ڏنو اٿس ... اُنتي موڪش روپي وياج، مول ارٿ (موڙيءَ) سميت پائي پائي چڪتو ٿي ملندي.“

ائين چئي هو ٺهڪ ڏيئي کلڻ لڳو. ٻين به هن سان گڏ کليو. نوتنداس پڻ کليو.

پوءِ هو بينڪ مان اُٿي هليو ويو.

گهر موٽيو ته هڪ شخص سندس انتظار ۾ ويٺو هو. ٻئي هنڌ لاءِ نينڊ ڪٽي آيو هو. ڏهه ڪوهه پري ٻيو ميلو ٿيڻو هو. اُتي خوب ڌام ڌوم ٿيڻي هئي ۽ هو نوتنداس لاءِ اُن ۾ شريڪ ٿيڻ جي نينڊ ڪٽي آيو هو. هن ڳوٺ جي ميلي ختم ٿيڻ بعد نوتن اوڏانهن اچي ته به هنن کي اعتراض ڪونه هو. پر هنن جي مرضي هئي ته ڏينهن اڌ سويل اچي سگهي ته ڏاڍو سٺو.

وتن سڀ ڪجهه ٻڌو، پوءِ سانتيءَ کي چيائين، ”بوتل ته ڪٽي اچ.“

’بوتل‘ کانسواءِ نوتن هلي ڪونه سگهندو هو. بوتل مان ڏڪ پيڻ بعد نوتن چيو، ”مان سباڻي ئي اُتي پهچي ويندس.“

آيل شخص هٻڪندي چيو، ”جي، ٻر هتي؟“

ٽولن چيس، ”تون پنهنجي ڳالهه ڪر. ٻين جي چنتا ڪرڻ سان تنهنجو ڪهڙو ٻر پوڄن؟“

آيل شخص چيو، ”بلڪل درست. توهين ڪيڏي مهل پڌار با؟“

”اڄ ئي، هينئر ئي توسان گڏ ٿو هلان.“

آيل شخص جي خوشيءَ جي حد ڪانہ رهي.

”هر هڪ رات لاءِ پنڌرهن رپيا ڏکٽا وٺندس.“

”جئن توهين چئو.“ هو خوشيءَ ۾ نٿي ما پيو.

”رقم اڳواٽ ڏيڻي پوندو.“

اڳلي هڪدم ڏهن روپين جو نوٽ ڪڍي اُستاد اڳيان رکيو. پوءِ چيائين، ”هي رستي خرچ لاءِ آتو. اُتي پهچند پئي سڀ رقم توهان کي اڳواٽ چڪتو ڪري ڏينداسين.“

نوٽ کيسي ۾ رکي ٽولن اُٿي کڙو ٿيو. طبلچيءَ ۽ بوڙين کي چيائين، ”توهين بہ اُٿو.“

پوءِ آيل شخص کي چيائين، ”جيسين روپيہ هٿ ۾ نہ ملندا تيسين توهانجي گهر ۾ قدم نہ رکندس.“

اُن رات جي اُنڌاريءَ ۾ ٽئي چورن جيان ڪيئن مان لنگهندا هو سيبٽي اسٽيشن تي پهتا ۽ ٽرين ۾ چڙهي روانا ٿي ويا.

ٽولن جي رقيب مهاديو کي جڏهن جاڻ پيئي تہ ٽولن

پڄي ويو آهي تڏهن هو اُتي مجلس ۾ ويٺي ويٺي افسوس ڪائڻ لڳو. هيلتائين ڇتا پيٽيءَ ۾ هن ڪڏهن به نوٽن اڳيان شڪست نہ کاڌي هئي مگر اڄ دل ئي دل ۾ هن ڪئي پنهنجي هار قبولڻي پيئي ۽ ساڳئي وقت هنکي ٻي ايمان ڪوني گار پڻ ڏيئي وڌائين.

ڪني ڏيل سيا ۾ آهستي آهستي بي آرامي ڦهلبي ٿي ويئي. ان بي آراميءَ سبب سيا ۾ ايڏو تہ گوڙ شور هو جو جنسي ڏڄي مارڪيٽ ٻڏي پاسي. ميڙاڪي جي اڳ ۾ وينل ميلي جي ڪاروبارين ۽ ڳوٺ جي زميندارن نوٽن بابت ئي چرچا ٿئي ڪئي. مهنت پڻ پريشان هو. هنکي خبر هئي تہ جنهن گهڙيءَ نوٽن جي پڄي وڃڻ جي خبر ظاهر ٿيندي تنهن وقت هيءَ سيا خلاص ٿي ويندي. حال اهڙو ٿيندو جهڙو ندي‌ءَ جو بند پڄي پوي ۽ چوڌاري ٻوڏان ٻوڙ ڪري ڇڏي. سڄو ميلو اُن سيلاب ۾ لڙهي ويندو، سڀ ڪجهه ختم ٿي ويندو.

ڳوٺ جي زميندارن جي بہ اها حالت هئي. سڪل گاه ۾ ٻاڻ جي هڪ سڪٽي اُلي پوڻ سان جئن پنيت ٻري اُٿندو آهي، ڳوٺ جي زميندارن جي پڻ اهڙي حالت هئي. جيترا هنجا وات هئا اوترا يون ڳالهيون هيون... سپاهي موڪلي هينئر جو هينئر هنکي هتي گهرايو وڃي. پهلوانن کي موڪليو تہ هنجي گلي ۾ رسي ٻڌي هن کي هتي گهلي اچن. هنکي سڪل جوتن سان ماري ماري هنجو ساه ڪڍيو وڃي. هنجي جينري کل لاٿي وڃي،

اهڙيون ڪئين جوش ڀريون سفارشون هر طرف کان پيش پيئي ٿيون.

زميندارن جو اڳوان هو چرشي ۽ گانجي پيو ٽنات. جهڙو نالو هوس ٿهڙوئي سياهه ۽ صورت هيس. هن رڙ ڪري چيو: ”هي جٽا مونسان گڏ اچن. مان هينئر ئي اوڏانهن ٿو وڃان. ڏهه ڪوهه تي رستو آهي، ڇيڻي وڃائيندو ۽ اُتي پهچي ويندس.

ائين چئي هو اُسهڻ لاءِ مجلس مان اُٿي کڙو ٿيو.

نيڪ اُنهيءَ وقت ميڙ جي ڪنهن ڪنڊ مان هڪ آواز پڌو: ”اڙي اُتي وڃ هريرام، اُتي وڃ.“

صوت ۾ اُتر آيو: اُتي ڪيئن وڃان؟ جڳهه ڏرجي ويندي.

”ته جڳهه ڪئي ڏوئي پيئندين ڇا؟ لوٽنداس پڇي ويو آهي. جلسو ڪونه ٿيندو.“

”بلڪل ڪوڙي ڳالهه!“

”قسم آهي، سچ ٿو چوان.“

هريرام ڀڳت ماڻهو هو. تنهن ڀڙي سيا ۾ ٻيهي صدا هنئي ”پائي ڇٿو هري رام!“

سڀ مجلس جڻ ساگر جي ويڙهه جيان اُٿلي پيئي. هر طرف کان آواز اُٿيو ”هري رام!“

پوءِ هن حقيقت حال جي پڌرائي ڪئي. بس سڪل ڪانئين ۾ جيئن تيلي لڳڻ سان باهه ڀڙڪي اُٿي، تئين سڀئي سياءَ باهه ڦهلجي ويئي.

سيبئي زميندارن تي اُبري آيا.
زميندارن جي طرف کان آواز اُٿيو، "پر اهو آهي ڪير؟ ڪير آهي؟"
"پڪڙيوس سالي حرامخور کي. پڪڙيوس!"
پوتنات بڪايل واگهہ جيان، هر پرام بدران جيڪو منهن سامهون آيس تنهنکي گردن کان جهلي گرجنا ڪئي،
"چپ رهو، بدمعاش!"
انهيءَ تي پيا ڪيترا ماٺهو وچر ٽپي پيا. "اڙي هي ڇا تو ڪرين پوتنات؟ هنکي ڇڏي ڏي، ڇڏي ڏينس."
پوتنات هنکي ڇڏي ڏنو. پوءِ ناسون ڦوٽاري سهڪندي گرجنا ڪيائين... خبر... دار!
هڪ ٻئي جٽي وچر رائيزني ڪندي چيو، "ميلن ۾ پاڻي، ائين ٿيندو آهي. دل بهلائڻ لاءِ تہ ميلي ۾ اچبو آهي. هو پولو ڪوي جمبو ڳوٺ ۾ ميلي تي ويو هو سو تو اُتي جي زميندار کي مخاطب ڪري راڳہ ڳائي...

ڪِي ڪوري لوئي بوللي جوڳا،
جارا گولوڪ برندابن!
جيڪالي بامن راجا، چاشي پرجا،
چاري ديڪيتي باشيربون.
ڪوتاہ تور شيام ڪنب، ڪوتاہ تور راڌا ڪنب؟
شامني آچي مولو ڪنب، ڪورگي مولو درشن!

(اڙي جگا زميندار، تون هن ڳوٺ کي برندابن ڪٿان ٿو ڪوٺين؟ هتي ته هر طرف بانس جي وڻن جو بن پيو ڏسجي. راجا لوڀي ته پرجا لوڀي. هتي ڪٿي آهي ڪرشن جو ڪنج، ڪٿي آهي رادا جو ڪنج؟ هتي ته هر هنڌ صرف موريءَن ۽ ڪدن جا ڪنج يعني باغ پيا نظر اچن.)

...هنڪي ائين چيائين ته به ڪنهن کي برو ڪو نه لڳو. اُنلو سيٺئي ڏاڍا خوش ٿيا."

پوتنات کي اهو سڀ سمجهه ۾ نه آيو. هن جواب ڏنو، "هل هل، تون ڇا سمجهندين! ڪيڏانهن ماٽڪ ڪيڏانهن شيشو؟"

"ٺيڪ آهي. پر غصي سان توروئي فيصلو ٿيندو. ماڻهو پنج ڏه ڪوه لتاڙي هتي ميلي ۾ آيا آهن ۽ هاڻي تا اُنهنکي ڇڏو ته پڳت پڇي ويو آهي. پوءِ به هنن ڪٿي ڪجهه چيو ته هڪدم غصي ۾ اچي ويو؟"

مهنت اڄ ڪلهه برابر سڄو وقت گانجو ڇڪي خمار ۾ وتو رهندو هو پر ڪنهن سمي ته هو به زميندارن وٽ مکيه ڪارڪن هو. هيلتائين هو چپ چاپ سڀ ٻڌندو رهيو هو. هيٺئر هن اُٿي چيو: پائي جلسو ٿيندو......

سيٺئي اُتساه وچان مهنت جو منهن ڏسڻ لڳا. هن چيو، "هڪ طرف مهاديو ٻئي طرف هنجو چيلو.

اڄ گروءَ چيلي وچ مقابلو ٿيندو. رام راوڻ ۽ جي پيٺ ۾ ارجن ۽ درونا چارياءِ جي ۽ جا ڪا گهٽ نه آهي. راماين ۾ ته صرف ست ڪانڊ آهن، مهاڀارت ۾ پاڻ ارڙهن ڪانڊ آهن."

وري چوڌاري شور مچي ويو. هر طرف کان آواز اچڻ لڳا، "مهاديو... مهاديو! شروع ڪر... شروع ڪر!"

مهاديو کي قبولڻو ئي پيو.

مهنت هنکي خوب آشيرواد ڏنئي، آٿي ڪلپتروءَ هيٺان وهاريو.

پر هڪ راڳيندڙ ڪٿي پيو.

بلڪل اُنهيءَ گهڙيءَ نتائي چرڻ به اُتي اچي پهتو. هن هٿ جوڙي بلڪل نمرتا سان وينتي ڪئي: پريو، هن داس جو هڪ عرض آهي، توهان سيٺي جي ڪمل چرنن ۾!

بيو ڪير ڪجهه چوي تنهن کان اڳيئي مهاديو چيو، "هي اچي ويو اسانجو نتائي چرڻ. هاڻي ڪو فڪر ڪونهي. نتائي تمام سٺو ڳائي سگهندو آهي."

سيٺي راڳيندڙن کي ڄاڻ هئي ته نتائي ڳائڻ ۾ هوشيار آهي. جتي به ڪو ڳائڻ يا جلسو ٿيندو هو، ته هو به راڳيندڙن سان گوڏو ملائي ويهي ويندو هو.

هڪڙو بابو ڪلڪتي کان آيل هو. ميرن ڪپڙن وچ جنهن ڌوٻيءَ ڌوتل اوجل ڪپڙو چمڪي لڳن هو سڀي سڀا وچ پئي چمڪيو. هن حيرت وچان چيو، "ڇهو چا ٿا؟

اسانجو نتائي ڇرڻ اهڙو قابل آهي. هو پوئٽ (شاعر) آهي؟ واه نتائي! ته ويهي وڄ پٽ! بس هاڻي دير نه ڪريو، هڪدم شروع ڪري ڇڏيو."

پوتنات به اُتاولو ٿي رهيو هو. تنهن چيو، "ٺيڪ آهي. ويهي وڄ نتائي. ڪوئل نه ته ڪانگ ئي چگو."

نتائي دل ۾ ناراض ٿيو پر ڪجهه ئين ڪين:

ڍولڪ تي هٿ لڳو. چنانچه ساڳي منڊليءَ وڄرئي هٿي انهي ڪري گهڻو لطف نه ٿي آيو. مختلف ڍريون جنهن جوش سان هڪ ٻئي تي وار ڪنديون آهن، سو جوش هتي ڪونه هو. انهيءَ ڪري جيڪي البت وڏيڪ رسڪ هئا سي چوڻ لڳا ته هن ۾ ڪهڙو لطف آهي. تنهن ڪان هلي گهر آرامي ٿجي. ٻه چار سچ پچ اُٿي ٻه ڪڙا ٿيا.

پر بين ڪن وري ڳالهائي بي ٿي بولي، ڇي... مڙا بلي وارا ٻه گهٽ نه آهن، خوب ٿا ٻولين. جواب ٿي جواب ٿا ڏين.

نتائيءَ جي پڻ واڪاڻ ٿيڻ لڳي... نتائي ڇرڻ جو گلو بيشڪ سريلو آهي. وڄ وڄ ۾ پنهنجون ڪوتائون به پيو جوڙي!

بابو لوڪ هنڪي خوب همتائڻ لڳا: واه واه! بلهاري، پٽ بلهاري!

نتائيءَ جي براد ريءَ وارن ۽ هنجي دوستن ۾ به هنجي واه واه پئي ٿي.

سيا ۾ استرين لاءِ هڪ طرف الڳ بندوبست ٿيل هو.

اُنهن ۾ به خوب چرچا پئي تي. ريلوي ڦاٽڪ جو ٽنڊيل راجا لال نتائيءَ جو خاص دوست هو، تنهنجي پٽني ته ڪلهي ڪلهي وچي اوندي تيندي...ڇي نتائيءَ جي پيٽ ۾ اينرو سپ پيريل آهي... هاءِ اَمان!

هن سان گڏ هنجي پيرڻ به ويئي هئي. سورهن سترهن ورهين جي جوان ڇوڪري هئي. پرواري ڳوٺ ۾ پرٽيل هئي. هنجون ته حيرت وچان اکيون ڦاٽي تي ويئون. ڪنهن ڪنهن وقت هن وڏي پيرڻ کي پئي چيو، "ائين بيهود و ڇو پيئي کلين، شرم نٿو اچيئي؟"

راجا لال به هنن کان گهڻو دور وينل ڪونه هو. دوست جي ڪاميابيءَ تي هن جنسي جهوليو تي. ساليءَ کي چوڻ لڳو، "ڏسين تي گوپا، اُستاد ڪيئن تو ڳائي!"

گوپا روز ساهري گهران يعني پرواري ڳوٺ مان هتي کير وڪڻڻ ايندي هئي. نتائي هن کان روزانو پاءُ کير وٺندو هو، انهيءَ ڪري گوپا کي هنجي ان ڪشلنا تي حيرت پئي لڳي. ڪو ماڻهو سالن کان واقف هجي ۽ اوچتوئي اوچتو هن ۾ ڪا ڪشلتا نظر اچي ته سياويڪ حيرت وچان ڏند چپن کي لڳي ويندا آهن.

پر نتائيءَ کي اُن وقت اهو سڀڪجهه ڏسڻ جي فرصت ڪانه هئي. هو اُنوقت خوب اُتساهه ۾ اچي ويو هو ۽ پين پنيان ڳائڻ بدران آزاد ڳائڻ لڳو.

آلاپ ڪندي راڳ جي لئه پڪڙي، مهاديو جي چرڻ

جي ٽڪن کي بدلي، هو ساڳي ليءِ ۾ پنهنجا نوان پد جوڙڻ لڳو.

مهاديو جو چيلو انهيءَ تي اعتراض وٺڻ لڳو... اڙي ٽنائي ... اهو ڇا پيو ڳائين؟

پر ٽنائيءَ جڻ ڪجهه ٻڌوئي ڪو نه. ڪا ٻه هٿ ڪن تي رکي، ساڄو هٿ وات اڳيان آڻي هو ڳائڻ لڳو...

حضور! ڀڳد پنچ جن روئي ڇين جوکون،
شيپچار هوبي نشچيه توکون...
جاني، جاني، جاني!

(نياءُ ڪاري پنچ اڄ هتي براجمان آهن ۽ مونکي خاطري آهي ته اُنهنجي سڀا ۾ مونکي ضرور انصاف ملئي پوندو.)

بابو لوڪ واه واه ڪري اُٿيا. پيا ٻڌندڙ پڻ واه واه ڪرڻ لڳا.

ٽنائي ٽپ ڏيئي طبلچيءَ کي هڪل ڪئي...اي بيتالو تو وچين ۾ هٿ سان لاڙي وڄائيندي هنکي تال سمجهائڻ لڳو... ڌ ڪ تا تا ڌ ين تا ... ڌ ڪ تا تا ڌ ين تا ... گر... گر... تا تا! ٺيڪ!

پوءِ هن پنهنجو گيت شروع ڪيو.

ڪ ... اي ڪالي ڪوپالني
ک ... اي کپر ڌارڻي
گ ... اي ڳئو ماتا شوريي گنيش جنني،
ڪنٺ دائو ما باڻي!

(کپر يعني تلوار ڌارڻ ڪرڻ واري ڪالي ماتا، گنيش جنني پاروتي ۽ ڳئو ماتا توهين مونتي آسيس ڪري مونکي آواز ڏجو. تنائي سيٺي ديوين جي آسيس ٿو گهري.)

هڪ طرف ڪيترائي نيم پڙهيل ويٺل هئا، سي هنجي اها سه حرفي ٻڌي اچي ٺهڪن ۾ ڇٽڪيا. چوڻ لڳا ... گه يعني ڳانءِ، چ يعني چيلو، گهه يعني گهيٽو.

انهيءَ تي ٻيا ٻه ٺهڪ ڏيئي کلڻ لڳا.

تنائي هڪدم اُٿي کڙو ٿيو. جڏهن ٺهڪڙو ڪجهه گهٽيو تڏهن للڪار ڪري چيائين، ”اچيو تو...جهلجو.“

مهاديو جي منڊليءَ جا ڪل ڳايڪ ٻوٽ سڃائي ويٺا هئا. ٻيو ڪو ڳائيندڙ هو ڪونه، انهيءَ ڪري ڪنهن به هنکي جواب نه ڏنو.

تنائيءَ انهيءَ تي جواب جي انتظار ڪرڻ بنا ئي چيو، ”توهين سيئي ڳئو ماتا جو نالو ٻڌي کلو ٿا ۽ چئو ٿا ڇه معنيٰ چيلو ۽ گهه معنيٰ گهيٽو.“

هڪ طرف کان آواز آيو ... ها، ها!

”نيڪ.“ ۽ تنائي وري ڳائڻ شروع ڪيو.

گنگو ماتا شُنبيا شوڀي هشيہ ڪوري،
ڏينو ننائي چرن ٻولي ڇي جوڙو ڪوري!

(گنگو ماتا جو نالو ٻڌي توهين سيٺئي ڪلو ٿا، پر ننائي هٿ ٻڌي جيڪي چوي تو ٻسو ٻہ مهرباني ڪري ٻڌو.)

چوندي چوندي. هن ٻئي هٿ جوڙي چوڌاري ڦري سيني کي نمسڪار ڪيو.
هنجو دوست راجا لال ٻوڏ ۾ پرچي ويو، ”بهت اَڇا اُستاد!“
مگر اُن وقت ننائي کي ڪجهہ ٻہ چنو نظر نہ ٿي آيو. هن راجا کي ڪونہ ڏٺو. هن پنهنجي ٽئين ناهيل ڪوتہ آلاپي...

شُنون مهاشيہ اينبر نبيدن،
گو ڪمبا گورو تيڇ نوءِ ڪوڪون.

(مهاشيو، توهان هيءَ ڳالهہ تہ ضرور ٻڌي هوندي تہ گنگو دنيا پر جي ماتا ڳٽبي آهي.)

اها ڪوتا ٻڌي سيٺي ها ۾ ها ملائي،
طبلچيءَ پنهنجي طبلي ’تي ٺپڪي هنئي... ڌ ڙوم!

نتائي اڳتي ڳائڻ لڳو...

شاستر پڙهي شارڪو ٿا آرو بولي جاءِ،
گوڏون ٿلهو ڏون پو پاروتي نايه،
تيئي گولوڪ پوتي ... بشنو بوئو مالي،
پرجو ڏامي ڪور تينهو غرور راڪالي.

(پر شاستر به ڏسو ته اِن باري ۾ ڇا ٿا چون؟
گعوڏن کي سنسار جو اُتم ڏن ٿا سڏين. خود
ونمالي وشنو به ڪرشن جو اوتار وٺي برندابن
۾ گوال اچي بڻيو.)

نتائيءَ کي ائين اهڙي ڪوتا جوڙيندو ڏسي سڀئي
حيران ٿي ويا. ائين، اُتي جو اُتي ڪوتا جوڙڻ ڪا
سولي ڳالهه ڪانه هئي. هنجو دوست راجا هينئر سج پج
دنگ رهجي ويو. راجا جي ڪنوار کلندي رهي. گويا
جو مٿي تان پلؤ کسڪي ويو.

نتائيءَ اجا ختم نه ڪيو هو. اڳتي هلايائين...

ناچارا موشائي آچي آ رو ماني...
ڏو ماني پرتوي، شڏان پنڊت جاني.

(مهاشيه، جاڻو پنڊتن کان پڇي ڏسو ته ”گو“ جو
بيو ارٿ پرٿوي به آهي يا نه.)

هينئر بابو لوڪ به خوش ٿي اُٿيا ۽ واه واه ڪرڻ لڳا.
ننانئيءَ به سوپ جي خمار ۾ رڱجي سازيندڙن کي هڪل ڪئي، ”وڄايو.“
پڊندڙ به هينئر وڌي اڳيان ٿي ويٺا.
راجا پنهنجي استريءَ ۽ ساليءَ ڏانهن نهاري مشڪڻ لڳو، جنهنجو مطلب اهو هو ته. ڏٺوَ؟
استرين به حيرت پريو ڪلي اُتر ڏنو، ”نيڪ آهي.“
گوپا جي حيرت اڃا ختم ڪانه ٿي هئي. هن سڌ بڌ ڀلائي وات ڪولي ننانئيءَ ڏانهن يڪ ٽڪ پئي نهاريو. راجا هنڪي انين بتال تيل ڏسي ۽ مٿي تان ڪسڪي ويل پوتيءَ ڏانهن نهاري ڪاوڙجي اُٿيو. هن هڪل ڪري چيو، ”اي گوپا! مٿي جي پوتي سنڀال!“
راجا جي پتنيءَ به هنکي نوزنت هٿي چيو، ”اڙي، تون ته بلڪل پاڳل بڻجي ويئي آهين!“
گوپا هينئر چپ ڏندن وچ ۾ ڪندي، پنهنجي پوتي سنڀالي چيو، ”ڏاڍو سٺو ٿو ڳائي نه!“
هوڏانهن ڪلڪتي مان آيل بابوءَ پڻ قبوليو ته لاشڪ اَنوکي ڳالهه آهي. بلڪل نئين ڳالهه آهي ... ڍوم جو ڇوڪرو شاعر نڪري!
مهنت پڻ ڪلي چيو، ”هي سڀ اسانجي ماتا جي ليلا آهي بابا! ننانئيءَ کي مٿي چاڙهڻ لاءِ ئي منهنجي ماتا توتن کي پڄائي ڪديو.“
پوءِ مهاديو جو وارو آيو. مهاديو پراڻو آزمودگار ڪوي

هو. حالتن جو جائزو وٺي هن پيرون چاڙهي ڳائڻ شروع ڪيو. ٽنواليءَ ڳارين سان ٽنائيءَ کي زخمڻ شروع ڪيائين. ٽنائي ته ٻين سان گڏ خود مشڪرڻ لڳو پر راجا کي غصو چڙهي ويو. هو فوجي مزاج جو ماڻهو هو، گار سهي نه سگهندو هو. هو محفل مان اُٿي ٻاهر هليو ويو، مگر هن جي پٺني اچا ٻه ٽهڪ ڏيئي خوش پئي ٿي.

مهاديو ٿي ڳايو...

شوبُڏي ڊومير پوئير ڪوبڏُي ڏوريلو،
ڊوم ڪاٽاري قيلي ڊ بڻي ڪوبي ڪورتو آئيلو.
اَو بيٽار! بابا چيلو شيليلو چور، ڪورتا بابا نينگاري،
ماتا ڊوهو ڊاڪات بيٽارو، ڊيپن توري موري.
شيڻي بانگ شير چيلي بيٽا ڪوبي ڪوربي توئي
ڊومير چاوال رتناڪر، چنگر ٻر پوناروئي.

(ڏسو ته سهين...... ٻڌ هيٺي ڊوم جو اولاد، اڄ پنهنجو اَباڻو ڏندو ڇڏي ڪوي ٻڻجڻ هليو آهي. پٽس هو چور، ڏاڏس هو ڊاڪو، ماڻس جو خون ڪري پٽس ڪاري پاڻيءَ جي سزا ڪاٽڻ ويو. اهڙي ڪل ۾ پيدا ٿيل پٽ چوي ٿو ته مان ڪوي ٿيندس. گندي ٽلاءَ ۾ رهندڙ جيتامڙي مڇي چوي ٿي ته آءٌ ساگر جو مانگر مڇ ٿيندس.)

هڪ ٻئي ٻولڙيلي ٻه وچم وڻايو

الپو جولي پالو چنگري، بيشي جولي جاشنا!

(ڪڏ ۾ رهندڙ ڪرڙي تي چوي ته مان ساگر جي
چولن تي ترنديس.)

۽ پوءِ ٻولڙيا خوب اُتساهه ۾ اچي هيٺيون ٽڻون پد
ڳائڻ لڳا...

آسنا ڪوري اينو پاتا، شوگي جابار آشا ... گو،
خرت ڪوري اُڙلو پاتا، شوگي جاباز آشا ... گو،
هاءِ ري ڪولي، ڪيٽي با بولي!
گروڙ هوبين موشاگو، شوگي جابار آشا... گو!

(ڪچري ۾ رهندڙ ڪينٽون ٻه سورهيه ۾ وچڻ تو
چاهي. ڦر ڦر ڪري اُڏامندڙ مڇر سورهيه ڏانهن
اُڏامڻ جي ڪامنا تو ڪري! هاءِ ري ڪلجڳ!
ڪينٽون ٻه اڄ پرن جي چاهنا تو ڪري. مڇر ٻه
اڄ گرڙ پکي بڻجڻ تو چاهي ... سورهيه تائين پهچڻ
تو چاهي.)

اوچتو مهاديو وچم چوڻ لڳو... هاءِ هاءِ! هي ڏک ڪنهن
سان اوڙيان بابا!

اُئين چئي هن خود پاڻ کي ڏک هنيو۽ پوءِ وري ڳائڻ لڳو.

پائيتي ڪامرايہ موشا، ماريلم چاپور!
ڏولوڪيتي بشنو ڪاديئو، چوربين ڪار اوپر؟

(پيرَ ۾ مڇر پاتم چڪ تنهنکي جو هنيم ڏک تہ ويو مري. هاڻي ديولوڪ ۾ وشنو وينو شوڪ ڪري تہ سواري ڪنهن تي ڪندس!)

مهاديو جو چيلو جنهن کي ننائي چوٽ ڏيئي شاعر ٻڌيو هو تنهن بہ هيئنئر وار ڪندي چيو: ها ... وشنوءَ جي واهڻ تيڻ لاءِ مڇر بہ سورڳہ وڃڻ تو چاهي.
پوءِ تہ جئن رات جي اونداهي وڌندي ويئي تئن مهاديو جو حملو وڌ يڪ زور پڪڙيندو ويو. سهائيندڙ توڙي اڻ سهائيندڙ ڳارين سان هن نيٺ ننائيءَ کي نيچو نوائي ڇڏيو. مهاديو جي گارين جو مقابلو ڪرڻ جي همت ننائي ۾ ڪانہ هئي، مگر هن ۾ ايتري دليري هئي جو هنجو نڪ چپ سڀ ڪپجي ويو تہ بہ هو جهڪيو ڪين. بينو بينو مشڪندو، دشمن جو هرڪو وار سهندو رهيو. مهاديو جي گارين جي جواب ۾ هن صرف هي جواب ڏنو...

اُستاد! تُمي باپيو سمان، تُماڪي ڪوري ممو،

تمي اُماڪي ڊيڇو گال، ڏنيه هي، تمي ڏنيءَ!
تمار هوئي ڇي پيم رتي، اُمار ڪنتو آڇي. پڳتي
تمار چرني!
ڊنڪا ميريئي جباب ڊيبو، ڪونوئي پوءِ ڪوري ناموني!

(اُستاد! توهين منهنجي پتا سمان آهيو. توهان کي مان اهڙيئي عزت تو ڏيان. توهين مون کي جيڪي گاريون ڏيو ٿا اُهي بہ منهنجي لاءِ دان آهن ۽ مان اُنهيءَ لاءِ بہ توهان کي ڌنيواد تو ڏيان. مان نہ توهان جوئي ڀڳت آهيان ۽ توهان جي ڪرپا سان مون ۾ ايتري بہ شڪتي آهي جو ڏونڪو وڄائي اُنهن گارين جو جواب بہ ڏيئي سگهان ٿو.)

پر بڌندڙن ۾ اُن وقت ايڏي لياقت نہ هئي جو نمرتا کي داد ڏين. مهاديو پنهنجي گارين جي رس سان سڄي محفل کي مست بنائي ڇڏيو هو ۽ مهاديو جي اُن چمڪات اڳيان نتائي برابر اُجهاڻل پئي لڳو. اجوڪي محفل ۾ هنجي هار رهي.

پر نتائيءَ کي اُنجو افسوس ڪو نہ ٿيو، هنکي تہ پاڻ اڄ اهوئي اُنيو ٿيو نہ منجهس بہ ڪا نرالي خصوصيت آهي.
چنانچہ ختم ٿيڻ بعد هن بابو لوڪن کي هٿ جوڙي

نمرتا ساں چيو: مربيوا! هي شيوڪ نيچ ذات جو... مگر بابو لوڪن هنڪي جملو ختم ڪرڻ ڪونه ڏنو. چيائون، ”نه نه... تو اڄ ڏاڍو سٺو ڳايو؟“

پوتنات اُتساه ۾ ڀرجي ويو. پنهنجي ٽڙيءَ مان گڙ گڙ جو آواز ڪندي هن چيو، ”جيتي رهو بيٽا! جيتي رهو!“

ڪلڪتي واري بابوءَ به هن ساں سر ملائي چيو: ”يو آر اي پوئٽ! ييس!“

ننائيءَ کي اُنهن لفظن جو مطلب جو سمجهه ۾ نه آيو سو سوالي نگاهن ساں هنڌانهن نهاري چيائين، ”جي؟“

بابوءَ اِنهيءَ تي چيس ”تون ڪوي آهين، شاعر آهين.“

ننائيءَ شرمائجي ڪنڌ جهڪائي ڇڏيو.

پوءِ هن مهاديو کي چيو،”معاف ڪجو اُستاد! مان براءِ اڏيم آهيان، جڏن توهان آکيو. مان سچ پچ ميچر آهيان.“

مهاديو کي ان ۾ شرم ڪرڻ جهڙي ڪا به ڳالهه نظر نه آئي. اُلٽو ننائيءَ جي نمرتا ڏسي خوش ٿي هنکي چوڻ لڳو، ”منهنجي منڊليءَ ۾ داخل ٿي وڃ، پوءِ تون به پنهنجي منڊلي جمائي سگهندين.“

ننائي دل ئي دل ۾ پڇتائيڻ لڳو ته هنکي ڪهڙو ڪڙو جواب ڏيان. مهاديو هنکي جيڪي گاريون ڏنيون، تن ۾ به خاص ڪري سندس وڏن جي نالي تي جيڪي گاريون ڏنيون هئائين، تن هنجي دل ڪسي وڍي ڇڏيو هو.

مگر هو ڪو جواب ڏئي تنهن کان اڳيئي ڏه پندرهن ماڻهو ننائي چرڻ، ننائي چرڻ، پڪاريندا اُتي اچي پهتا.

اهڙا پڪار ٻڌي ننڍائي خوشيءَ ۾ ٽپڙي ويو. اڄ هو ننڍو ۽ ننڍائيءَ مان هڪدم ننڍائي ڇڙو ٿيڻ ٻڌڻجي ويو هو.

اُنهن شخصن هنکي چيو، ”بابو لوڪ توکي سڏ ٿا، مهنت توکي سڏي ٿو.“

مهنت چنڊي ديويءَ جي پرساد طور ننڍن جي هڪ مالها هنجي گلي ۾ وجهندي چيو، ”واه واه! بيحد سرس! ماتا توکي وڏائي ويجهائي! هاڻي هر سال تـوکي چنڊي ماتا جي ميلي ۾ ڳائڻو پوندو.“

ڪلڪتي واري بابوءَ ننڍائيءَ جـي پٺي ٺپري چيو، ”تـوکي هڪ ٻلو انعام ڏنـو ويندو.“ ۽ وري ڪلي ڇوڙ لڳو، ”يو آر اي پوئٽ! تون بيشڪ ڪوي آهين!“

ننڍائي سڌ ٻڌ ٻلائي وينو. ڇا ڪري، ڇا ڇڙي، ڪجهه به سمجهه ۾ نه آيس.

بابوءَ اڳتي چيس، ”پر خبردار رهج. وڏن وارو چوري ڏاڙي جو ڌندو نه پڪڙج. تون شاعر آهين، ڪوي آهين بيٽا!“

ننڍائي هينئر هٿ ٻڌي چيو، ”جي سيٺ جي! مون ڪڏهن چوري ڪانه ڪئي آهي. ڪوڙ به ڪونه ڳالهايو اٿم. حضور، مان ڪڏهن ننڍو به ڪونه وڙنائيندو آهيان. انهي ڪري ته منهنجن عزيزن، منهنجي ذات وارن جي مونسان اٽبطت آهي. نه صرف گهر، پر مون ته اُهو ٻاڙوئي ڇڏي ڏنو آهي. مان اسٽيشن تي راجا لال تنبل وٽ ٿي رهندو آهيان. مزوري ڪري پيٽ پاليندو آهيان.“

پر ننات ان حقيقت کان اڳيئي واقف هو. هن ننائيءَ جي ڪٿن جي پٺيرائي ڪندي چيو، ”ٺيڪ ٿو چوي بابو! هيءُ بالڪل سچو ساڌو آهي.“

ننائيءَ وري چيو، ”مان هتي چنڊي ماتا جو سؤگند کائي ٿو چوان ته مون ڪوڙ بوليو هجي ته ڌرتيءَ ۾ غرق ٿي وڃان.“

ننائيءَ ڪوڙو قسم ڪو نه کنيو. هن ڪڏهن به چوري ڪا نه ڪئي هئي. هن جا پيا عزيز جڏهن رات جي اونداهيءَ ۾ چوريءَ لاءِ نڪرندا هئا، تڏهن اُنهن کي پنهنجي خون ۾ جنهن هلچل جو انڀؤ ٿيندو هو تنهن انڀؤ کان ننائي نپٽ اُڄاڻ هو. ننائي هنن جي سامهون جڏهن ڌرم ۽ نياءَ جو ذڪر ڪندو هو تڏهن هو مٿس کلندا هئا ۽ کيس بيوقوف سمجهي ڪائنس نفرت ڪندا هئا.

ننائي اهڙو ڪيئن بڻيو تنهن بابت ڪا به ڄاڻ پئجي نٿي سگهي. صرف هڪ ڳالهه آهي جنهن بابت ڪجهه چئي سگهجي ٿو. ڳوٺ جي زميندار پنهنجي جيجل جي يادگيريءَ ۾ هڪ راتڙي شالا کولي هئي. شاگرد ڪٺا ڪرڻ لاءِ زميندار هرهڪ شاگرد کي هڪ ڌوتي انعام ڏيڻ جي پڌرائي ڪئي هئي. اهو ٻڌي ويرونشي ڏوم ذات پنهنجا سيئي ٻار ان شالا ۾ ڪٺي ڀرتي ڪيا. اُنهن ۾ ننائي به هو. پهريون سال پورو ٿيو ته هرڪو پنهنجي ڌوتي وٺي هليو ويو. ٻئين ڪتاب ۾ ويٺي ٻاڪوءَ جي سبق پڙهڻ لاءِ ڪو به اُتي

ڪونه ترسيو. ٻوم ذات مان صرف نتائي موٽي آيو.

نتائي پهرين سال جي پريکشيا ۾ ٻه پهريون نمبر ايندو هو جنهن ڪري ڏوتيءَ سان گڏ هنکي هڪ ڪڙتو ۽ هڪ نُوال وڌيڪ مليو. پٽ جا ايڏا انعام ڏسي نتائيءَ جي ماءُ هنجي پڙهڻ جو خاص ورونڌ ڪونه ڪيو، اُلٽو هوءَ دل ئي دل ۾ هرکي.

نتائيءَ کي پڻ فخر جو هڪ نئون احساس ٿيو. سو نتائي ٻئين درجي پاس ڪرڻ کان پوءِ ٻه سال ٻيا ٻه اسڪول ۾ پڙهيو. انهن ٻن سالن ۾ ڏوتيءَ ۽ ٻين ڪپڙن جي انعام سان گڏ هنکي ٻال رامايڻ، ٻال مهاڀارت، ايسپ جون آکاڻيون، وغيره ڪيترائي ننڍڙا سهڻا ڪتاب پڻ انعام طور مليا هئا جي وري پڙهندي هنکي ڪنٺ ٿي ويا هئا. نتائي اڃا وڌيڪ پڙهي ها پر هن کان سواءِ ٻيو ڪو شاگرد ئي اسڪول ۾ ڪونه ٻچيو هو، جنهن سبب اسڪول نيٺ بند ٿي ويو. نتائيءَ کي مجبور ٿي پنهنجي پڙهائي بند ڪرڻي پيئي.

مگر انهيءَ عرصي ۾ نتائي ڪوتا ٻڌڻ ۽ ڳائڻ جو ذو پگهت ٻڻجي چڪو هو. بنگال جي اڻ پڙهيل جنتا کي ڳيتن ۽ شاعرن سان ڏاڍو چاهه آهي؛ البت اهو چاهه گندي رس لاءِ ئي آهي. مگر نتائيءَ جو چاهه عام کان نرالو هو. هنکي پراڻڪ ساکيون يا ڪوتائون وڌيڪ وڻنديون هيون.

نتائيءَ جو مامو گوري چرڻ، جو پنج سال سزا ئي تازو ٻاهر نڪتو هو تنهن پيڻ کي سڏي چيو، "نتا کي

هينئر ڪم ڌنڌي ۾ لڳاءِ، پڙهڻ ڪافي ٿي چڪو."
ڏوري چرڻ جو اهو چوڻ حڪم برابر هو.

ننائيءَ جي ماءُ پٽ وٽ پهچي چيو، "هاڻي توکي ٻين سان گڏ پنهنجي ڪم ڌنڌي تي نڪرڻ گهرجي."

ننائيءَ ٿورو وقت ماءُ ڏانهن نهاري چيو، "ڇي ڇي! تون منهنجي امڙ ٿي ۽ مونکي ائين ٿي چوين؟"

ماڻس جنسي حيران ٿي ويئي.

ننائيءَ جو مامو، اکيون ڳاڙهيون ڪري سامهون آيو، "اڙي، ماءُ کي ڇا ٿو چوين؟ ڇا وينو ڪرين؟"

ننائي اُن وقت رامايڻ جي ڪتاب مان، ڪاپيءَ تي ڪجهه اُتاري پنهنجي دستخط پئي پچائي. هن بنا ڪنهن گهٻراهٽ جي، ڌيرج سان چيو، "لکان وينو."

مامس جهٽ ڏئي هنجو رامايڻ ۽ ڪاپي ڪڍي ڦٽي ڪئي.

ننائي اُٿي ڪڙو ٿيو ۽ اڳتي وڌي چپ چاپ رامايڻ ۽ ڪاپي پٽ مان واپس کڻي، ڪوٺي ڇڏي ٻاهر نڪري ويو ۽ شام تائين گهنشام گوسائين وٽ نوڪري پڪي ڪري ورتائين.

گوسائين وشنو ڌرم جو هو. پٽني ڄيس ۾ اولاد ڪونه هوس. ٻنهي کي کير سان ٻليءَ جهڙو پريم هو. گهر ۾ ٻه ڳانيون هيون. هيلتائين اهي ڳانيون رات وقت پنهنجي مرضيءَ پٺاندڙ پنڪنديون رهنديون هيون ۽ اُسر جو مالڪ وٽ پهچي کير ڏينديون هيون. مگر هاڻي گهور ڪلجڳ اچي ويو هو. ڳئو براهمڻ ۾ ڳوناڻن جي شرڌا ڪانه رهي

هئي. گذريل ٻن مهنن ۾ پندرهن دفعا گوسائينءَ جون ڳائيون ڍڪ ۾ وڃي پهتيون هيون. انهيءَ ڪري هئي گوسائين ڳائين جي سنڀال لاءِ ننائيءَ کي نوڪريءَ ۾ رکيو. ننائيءَ تي ڪم رکيو ويو ته ڳائين جي شيوا چاڪري ڪري، ٻه دفعا گهر جا ٻرتڻ ملي، ضرورت مهل گهر جي ٻي اُتي وڃي ڪري ۽ رات جو گهر جي چوڪي ڪري.

گوسائين وياج وٺي جو ڪم به ڪندو هو. اصل سؤ مڻ اَناج جي موڙيءَ سان ڏندو شروع ڪيو هئائين جا هاڻي وڌندي وڌندي ست سؤ مڻ تي پڳي هئي. گهر ۾ اندر، توڙي ٻاهر آڳند ۾ اَناج جون گنديون پيل هيون. گوسائين انهن پيل گندين ۽ پنهنجي ڏيري ڏيل ڏانهن نهاري هميشه چنتائن ۾ پيو ٻرندو هو. سو هينئر ننائيءَ جهڙي پٺي پهلوان کي ڏسي هنجي سر ير ۾ به همت اچي وئي.

ننائي هينئر گوسائين جي گهر ۾ ئي رهڻ لڳو.

ٿورن ڏينهن بعد ... رات اونداهي رات هئي.

اڌ رات سمي گوسائين رڙ ڪئي: ننائي!

در تي ٻاهر ٺڪ ٺڪ جو آواز پئي ٿيو. اُن آواز تي ننائيءَ جي ننڊ به ڦٽي پيئي هئي ۽ هو سجاڳ هو. هن هڪدم ورندي ڏني: جي گوسائين جي! کهڙي آگيا آهي؟

گوسائينءَ آهستي چيس، ”آواز نه ڪر، ڏيري ڏيري منهنجي پنيان اچ.“ ۽ هو اڳتي وڌيو.

ڏيري پٽلي گوسائينءَ جي ايڏي همت ڏسي ننائيءَ جي دل ۾ هنلاءِ عزت پيدا ٿي. گوسائين بنا ڪجھ ڪڇڻ جي دروازو کولي ٻاهر نڪتو. ٻاهر چار شخص بيٺا هئا. چئني جي مٿن تي هڪ هڪ ڳنڙي هئي، جنهنجي بار هيٺ پئي سهڪيا. دروازي کلندي ئي اهي چار شخص بنا ڪجھ چوڻ جي چپ چاپ گهر اندر گهڙي آيا ۽ آڳند ۾ اناج جو جيڪو ڍير لڳو پيو هو، پنهنجون ڳنڙيون به تنهن ۾ ڪٽي وڌائون. اونداهي هوندي به ننائي اناج جو سونهري رنگ صاف ڏسي سگهيو. شخص پڻ سندس اڻواقف ڪونه هئا. هرهڪ هاڪارو ڌاڪو هو.

صبوح ٿيندي ئي ننائي گوسائين وٽ پهچي همٿ ٻڌي عرض ڪيو ته مونکان وڌيڪ نوڪري نه پڄندي.

"ڇو نه پڄندي؟"

"بس، نه پڄندي!"

"اڄ ۾ رائين پڄي ويندين ته پگهار مان هڪ پائي به ڪونه ڏيندوسانءِ."

ننائي اُنجو ڪوبه اُتر نه ڏنو. پنهنجا ڪپڙا ۽ ٿيلهي کڻي نڪري پيو.

ننائي اسٽيشن تي پهتو.

ريلوي ٿاڻڪ جو ٽنڊيل راجالال هنجو دوست هو. راجا هڪ عجيب شخص هو. پهرين مهاڀاري لڙائيءَ وقت هو جوان هو ۽ پنهنجي اُن جوانيءَ جي اُتساهه ۾ هو ڪولي ٻڌي ميسوپوٽيميا تائين وڃي پهتو. اُتان واپس موٽي هو

هتي لائيٽ ريلوي تي ڪم ڪرڻ لڳو. هو نهايت اُداردل هو. هندستاني تمام سٺي ڳالهائي سگهندو هو. گهڻي سال جي ڪانئن جيان هميشه پنهنجي ڪم تي پورو رهندو هو. ڏينهن ۾ ڇهه ست ڪوپ چانهه پيئندو هو. شراب به پيئندو هو ۽ خوب رڙيون ڪندو هو. زال پٽ کي ماريندو به هو. هن اڳي به ڪيتريون شاديون ڪيون هيون. هتي اچڻ بعد ٽئين ڪنوار وٺي آيو هو.

راجا جڏهن هتي آيو هو تڏهن کان ئي هنجي نتائيءَ سان واقفيت ٿي هئي. راجا کي هتي آئي ٽي سال ٿي ويا هئا.

اُن ڏينهن پڻ نتائي اسٽيشن تي پڪيو پئي. راجا جي ڇوڪري گهنڊ وڄائي ماڻهن کي ٽرين اچڻ جو سنديشو پئي ڏنو ۽ رڙيون پئي ڪيون... پري هٽي وڃو! لائين تان پري هٽي وڃو.

نتائيءَ کي هنجو ڳالهائڻ ڏاڍو وڻيو. اڳتي وڌي هن کان پڇيائين، "واه ڇوڪرا! تون ڪنهنجو پٽ آهين؟"

"راجا جو پٽ آهيان."

"راجا جو پٽ! ڪيا بات! پوءِ ته تون راجڪمار آهين."

راجا ڀر ۾ ئي بيٺو هو. نتائيءَ جي ڳالهه ٻڌي هنکي خوب کل آئي. هڪدم وڌي آيو ۽ نتائيءَ سان ڳالهيون ڪرڻ لڳو. گاڏي وڃڻ بعد راجا نتائيءَ کي زبردستيءَ پنهنجي ڪوارٽر ۾ وٺي ويو.

پتنيءَ کي چيائين، "هي منهنجو دوست آهي. تمام

سنو ماٺو آهي. ڇوي ٿو تہ راجا جو پٽ راجڪمار!” راجا
ائين چئي ڪلڻ لڳو.

تنهن تي اُستاد ۾ اچي ڪن تي هٿ رکي هڪ ڪوتا
جون هينيون ٽڪون ڳائڻ شروع ڪيون...

راڄار بيٺا جوب راجا، تيڄار بيٺا موها تيڄا
ڪائي شي ڪسٽا ڪاڄا گوڄا، ٻڌ پٽو پومنڊلي!

(راجا جو پٽ راجڪمار، جنهن ۾ آهي وڏو تيج
ڪائي جليبي ڪاڄا، ڪڏهن هاڪ سڄي دنيا ۾.)

راجا ٽپ ڏيئي اُٿيو ۽ گهر اندر وڃي اَباڻي ورثي ۾
مليل ٻہ ولڪ ۽ چمٽو ڪڍي آيو. پاڻ ٻہ ولڪ ڪڍي ويٺو ۽
پٽ کي چمٽو ڏنائين. اهو چمٽو راجا جي پيءُ مهيشور جي
ميلي مان ڪيس وٺي ڏنو هو. ٿاڪ منجهند وقت راجا جي
گهر ۾ سنگيت محفل ڄمي ويئي. تنهن تي فقط راجا جي پٽ
کي ئي راجڪمار ڪوٺي سڏيو ۽ راجا جي پٽنيءَ کي بہ
مخاطب ڪري چيائين...

راڄار گهوري گهورني جيئي، تني مها منارائي
تني ڪان ٻورو ٻورو فيني، شرپ لوڪي ٻولي!

(راجا جي جيڪا گهرواري آهي، اُها عزت واري

مهاراڻي آهي. هنجي ٻولي ڏاڍي مٺڙ آهي.
سيني لاءِ شيپ بوليندي آهي.)

نيڪ انهيءَ وقت پندرهن سورهن سالن جي هڪ ڪشوري ٻه اُتي اچي پهتي. ڪشوري رنگ ڪري برابر ڪاري هئي پر هنجو سرير گل جهڙو ملايم ۽ سندر هو. ڪشوريءَ جي مٿي تي ڪپڙي جي سينهوريءَ مٿان، درپن وانگيان جنهن ۾ صورت ڏسي سگهجي، اهڙي چمڪندڙ پتل جي گهاگر هئي. هڪ هٿ ۾ ننڍو پيالو هوس. بدن تي آڏاڻي جي اُٽيل کهري ساڙهي اوڍيل هيس. انهيءَ ٿلهي ساڙهيءَ ۾ ڍڪيل هنجو پتلو لچڪيدار سرير بيحد سندر پئي لڳو. هوءَ راجا جي مالي هئي. پرواري ڳوٺ ۾ ئي پر ٽيل هئي. روز هتي ڳوٺ ۾ کير وڪڻڻ ايندي هئي. راجا جي اسٽيشن تي جتي ريل گاڏي هميشه گهڙيال جي ڪانٽن جيان پوري نيم سر ايندي هئي تئين هيءَ ڪشوري پڻ نيم سر ايندي هئي! پشچم ۾ لهندڙ، سنجها جي سورج اڳيان ٻه وڙندڙ ڇايا سمان ان ڪشوريءَ جي نرمل ۽ چنچل نيڻن مان وسمئي پئي ٻکي. هوءَ ٿورو وقت حيرت وچان اهو نظارو ڏسندي رهي، پوءِ کلڻ لڳي. هنجي انهن نرمل نهڪن ۾ حياءَ يا سنڪوچ رتيءَ ماتر ٻه ڪونه هو.

مگر راجا جي پتني تمام ڪنور سياءَ جي هئي. هن پيرڻ کي ڏمڪائي چيو، "هي نرلڄين وانگر ڏند ڇاجا پيهي ڪڍ ين؟"

ڪشوريءَ جو کلڻ هڪدم بند ٿي ويو پر هوءَ نه ڪاوڙي، نه دکي ٿي. هوءَ ڪچريءَ ول جيان سراوندي هئي. جنهن ورائبو هوس تنهن سولائيءَ سان وري ويندي هئي، نه صرف هنجو سرير مگر هنجو من به ول جهڙو ڪچڙو هو.

تنائي ڳائڻ بند ڪري ڇڏيو هو. هنکي وڏيڪ ڳائيندو نه ڏسي راجا پڻ ڍولڪ تي هٿ هڻڻ بند ڪري ڇڏيو. پوءِ ڪشوريءَ کي چيائين، ”ڏسين ٿا پيئي گوپا! منهنجو دوست آهي. وڏو اُستاد آدمي آهي. منهنجو نالو راجا آهي نه، ته منهنجي پٽ کي نالو ڏنو اٿس راجڪمار ۽ تنهنجي داديءَ کي لقب ڏنو اٿس راڻيءَ جو.“ ۽ هو ٺهڪ ڏيئي کلڻ لڳو.

گوپا پڻ هن سان گڏ کلڻ لڳي. کلندي کلندي هنجي سر تان پوتيءَ جو پلؤ کسڪي ويو. اکين ۾ پاڻي ڀرجي آيس پر کلڻ بند نه ٿيس.

راجا چيو، ”اُستاد! هي ڪاري ڪشوري منهنجي سالي آهي. هنکي کهڙو نالو تو ڏنو؟“

تنائي مگر نگاهن سان ڪشوريءَ ڏانهن پئي نهاريو. هنجي انگ انگ ۾ بسنت رت جي نون پنن واري جيڪا سونهن، نزاڪت ۽ نفيسائي سمايل هئي اها ڀسي، تنائيءَ جي من هنتي مذاق ڪرڻ لاءِ چيو نه ڪيو.

چيائين، ”هنتي بيو نالو ڪهڙو رکان! اهو گوپا نالوئي نيڪ اٿس.“

راجا اُتي داروءَ جي بوتل کڻي آيو. چيائين، "اچ اُستاد!"

نتائيءَ هٿ جوڙي چيو، "معاف ڪر راجا ڀائي! مان انهيءَ چيز کي ڇهندو به ڪين آهيان."

"ٻڌهن تون ڇا پيئندو آهين؟"

گوپا انهيءَ تي پڇيو، "ڪير پيئندو؟" ائين چئي هوءَ وري کلڻ لڳي.

نتائيءَ چيو، "ڪير لاءِ اعتراض ڪونه اٿم؛ دنيا ۾ ڪير جهڙي ٻي چيز ڪانهي. اهو ته ديوتائن جو امرت آهي."

گوپا گهاگهر مان ڪناڪن پيالو ڀري، هڪ ڪٽوريءَ ۾ وڌو؛ اُها نتائيءَ اڳيان رکي هوءَ هميشه جيان ٽڪري ٽڪري اڻان رواني تي ويٺي.

پر اها سڀ جهوني ڳالهه آهي.

هينئر ته راجا نتائيءَ جو تمام گهرو دوست آهي، هن جو پڪو ڀڳت آهي.

گوسائينءَ جي نوڪريءَ مان آزاد ٿي نتائي اسٽيشن تي آيو.

راجا هنجي سڀ ڳالهه ٻڌي چيو، "تو تمام سنو ڪيو اُستاد!"

"پر هاڻي توکي منهنجي رهڻ لاءِ بندوبست ڪرڻو پوندو."

"ضرور ڪندس."

”مان هتي أي پيو رهندس. اسٽيشن تي مزوري ڪندس. منهنجو گذر تي ويندو.“

جڏهن ريلوي لائين جو ڪم پٺي هليو تڏهن هيءَ اسٽيشن هڪ مکيه ڪيندر هئي. اُن وقت ضرورت آهر هتي ڪافي ڪوارٽر ٺهرايا ويا هئا جي هينئر خالي پيا هئا. راجا اُنهن مان هڪڙو ڪوارٽر صفا ڪرائي، ننائيءَ جي رهڻ جو بندوبست ڪيو.

ننائي هينئر اسٽيشن تي مزوري ڪرڻ لڳو. مسافرن جو مال ڍوئيندو هو. ضرورت پوندي هئي ته پروارن ڳوٺن تائين پڻ هنن جو سامان پهچائي ايندو هو. بين ڪولين جي پيٽ ۾ ننائي وڌيڪ ڪمائيندو هو، ڇاڪاڻ جو راجا به هن کي ان ڪم ۾ مدد ڪندو هو.

پليٽفارم وارو چانهه جو دڪان هنن جي گڏجڻ جو اڏو هو. دڪان جي مالڪ جو نالو هو ويٺي ماما. هو ننائيءَ کي راجه شيوڪ سڏيندو هو.

دم جو مريض ويرداس، ويٺي ماما جي دڪان جو بولتو اشتهار هو. هو چوندو هو، ”راجه شيوڪ وري ڇاجو، اڙي هي ته راجا جو راجه ڪوي آهي، راجه ڪوي!“

ننائي ويرداس جي چرڻ رج کٽي مستڪ تي چاڙهيندو هو. هن کي ويرداس ڏاڍو وڻندو هو. تن جي هيڏي بيڙا هوندي به هميشه خوش مزاج ڏسبو هو. هو صبوح جو سويل اُٿي، ڪنگهندو ڪنگهندو ويٺي ماما جي دڪان تي پهچندو هو. ايندڙ ويندڙ ماڻهن کي چانهه پيئڻ لاءِ

چوندو هو. ڳالهائڻ جو ٻه ڏايو چٽو ۽ مٺو هو. نتائي جڏهن هنجي چرڻ رج ڪٽي مستڪ تي لڳائيندو هو تڏهن وپرداس پنهنجو دليون رچيل هڪ سنسڪرت سلوڪ اُچارڻ شروع ڪندو هو:

يو ڪپي، مها ڪپي، د گڏانت سلانگُل......

نتائي تڏهن هٿ جوڙي چوندو هو، "پريو *ڪپي ۽ جو ارٿ مان سمجهان نٿو."

وپرداس کلي پنهنجي غلطي قبول ڪندي چوندو هو، "نيڪ ياٺي نيڪ، ڪپي نه، ڪوي، ڪوي. مون کان پل تي ويئي. تون برابر ڪوي آهين."

۽ نتائي خوش ٿي ڳائڻ شروع ڪندو هو. ڏائو هٿ ڪن تي رکي آلاپ ڪڍندو هو، "او... او... او..."

راجا جي سفارش تي وڏي پنڊ وارا مسافر اڪثر نتائي ۽ کي ٺي ملندا هئا. هو ڪڏهن منجهند وقت وڏي پنڊ جي مزوري ۽ تي ويندو هو ته راجا کي چئي ويندو هو: گويا اچيئي ته منهنجو کير وٺي رکجانس.

اُتيئي هوندو هو ته ٻارهين ٻجي واري گاڏي ۽، جنهي اچڻ بعد، پليٽفارم کان ٿورو پريان ڪانٽي وٽ، ريلوي لائين جي پرواري ڪرشن چورا وڻ جي ڇايا ۾ وڃي وهندو هو. ريل پٽي جو مٺيون گسيل پاسو، اُس ۾ ... ريکا جيان چمڪندو هو. جنهي ان پٽي وڪڙ تي ڪاڏو، نتائي ان

* ڪپي معنيٰ باندر.

هند نگاهون کپائي وهندو هو. اوچتو اُفق تي هڪ سفيد زنده ريکا ڏسبي هئي. اُن ريکا جي سر تي هڪ سونهري ٽڪو به پيو چمڪندو هو. رفته رفته اها سفيد ريکا انساني روپ ڌارڻ ڪندي هئي. هٿ جي اُٽيل تلهي ساڙهيءَ ۾ ويڙهيل پتلي ڪاري ڪاٺي ڏسبي هئي. ڪاٺيءَ جي سر تي، سون جيان چمڪندڙ پتل جي گهاگهر هوندي هئي. هوءَ ڪڏهن به گهاگهر کي هٿ سان ڪانه پڪڙيندي هئي. هڪڙي هٿ ۾ ماپ جو پيالو هوندو هوس ۽ ٻيو آزاد هٿ لوڏيندي، تڪڙي تڪڙي وک کڻندي هلندي هئي.

اها گوپا هئي!

ننائي نشيدار شيون ڪونه ورتائيندو هو. ڪير هنکي ڏاڍو وڻندو هو. آهستي آهستي هو چانهه جو به شوقين ٿيو ويو. گوپا کان روز پاءُ ڪير وٺندو هو ۽ ڪير اچڻ شرط چلهه تي چانهه جو پاڻي گرم ڪرڻ رکندو هو.

اسٽيشن ننڍي هئي پر مسافرن جي ڪافي آمدرفت رهندي هئي. آسپاس جي ڳوٺن جي سڀ خبر اسٽيشن تي ملي ويندي هئي. اُنهن خبرن ۾ جڏهن به ميلي يا پڳٿ جي خبر ملندي هئي ته ننائي بيحد پرسن ٿيندو هو. اُن ڏينهن سنجها جو، هو ڳاڙهي ڪنار واري ڌوتي سفيد ڪڙتو ۽ مٿي تي پڳڙي ٻڌي تيار ٿي ويندو هو ۽ چپن ۾ گن...گن ڪندو راجا وٽ پهچي، هنکي به تيار ٿيڻ لاءِ چوندو هو. فوجي سپاءُ جو راجا سادي ڏهين ٻهي

واري گاڏيءَ جي وڃڻ بعد ڇوندو هو: فائيو منٽ! فقط پنج منٽ اُستاد!

حقيقت ۾ هو ٽن منٽن ۾ ئي تيار ٿي ويندو هو. ريلوي جي ڏنل نيري قميص پائي، هڪ طرف روشني اُڇلائيندڙ ريلوي بتي ۽ لٺ هٿ ۾ کڻي هو ننائيءَ سان نڪرندو هو. صبوح ٿيڻ کان اڳي ٻئي واپس موٽي ايندا هئا.

پر چنڊي ماتا جي ميلي ۾ ته ننائي راتوڪي رات ۾ شاعر بڻجي ويو هو.

ميلي ختم ٿيڻ بعد چنڊي ماتا جي پرساديءَ طور مليل ڦُلن جي مالها ڳچيءَ ۾ پائي پراچين ڪال جي وجيي ڪوين جيان ننائي گهر واپس موٽيو. دل ئي دل ۾ هن اڄ ائين ٿي محسوس ڪيو ته مان هاڻ رواجي ماڻهو نه آهيان، پر خاص هستي آهيان! ڪوي آهيان!

جن مٽن ۽ عزيزن هيلتائين ڏانهس اک کڻي ڪونه نهاريو هو، سي اڄ هنجي چوڌاري ميڙاڪو ڪري، شور مچائيندا هلڻ لڳا، پر هن اُن ڏانهن ڪو به ڌيان نه ڏنو. راجا هن سان ڪلهو گسائيندو ٿي هليو. اڄ هو ائين سينو ساهي پئي هليو گويا ڪاميابي ننائيءَ جي نه، سندس ئي ٿي هئي. هن سڄو وقت ماڻهن کي هڪل پئي ڪئي: اي، پري ٿي وڃو، پري ٿي وڃو: هيڏو ويجهو ڇو پيا اچو!

راجا جي پتني ۽ سالي سندس پٺيان پئي آيون. راجا جي پتني ننائيءَ جي عزيزن کي طعنو پئي ڏنو، ”اڙي

توهان ته هنڪي ڪڏي ڇڏيو هو نه! اسٽيشن کان توهان
جو گهر ميل به پري ڪونهي پر هيئنرن ڏينهن ۾ گهڻا دفعا
هنڪي ڏسڻ آيا آهيو؟"

انداريءَ ۾ جنهن به ڪجهه چيو ٿي ته گويا تنهن ڏانهن
پٺي نهاريو. هنجو ساهرو گهر پرواري ڳوٺ ۾ ئي هو. اڄ
ميلي سانگي هوءَ پيڻ وٽ آئي هئي ۽ رات رهي صبوح
جو ڳوٺ واپس موٽڻي هئي. هنڪي ڏاڍي دل ٿي ٿي
ته اُستاد کان پڇان ته تون ايترو سڀ ڪٿان سگهئين؟ پيڻم
جي گهر تون ڳائيندو هئين، تڏهن ته اسين توتي ڪلندا
هئاسين. پر باپ ڙي! تون ته وڏو ڪوي آهين.

اهو ويچار ڪندي هنجون اکيون وسميءَ وچان ڦاٽي
ٿي ويئون، پر انداري ۾ ٻئي ڪنهن کي به اُن جي سمڪ
ڪانه رهي.

اسٽيشن ڏانهن وڃڻ جو رستو ڊومن جي ڳوٺ مان ئي
ٿي گذريو. نتائيءَ جي ذات وارن اڄ هنڪي نيند ڏني...
اڄ، گهر هل.

نتائيءَ جي ماءُ هيئنر ڳوٺ ۾ ڪانه رهندي هئي.
ڪنهن ٻئي ڳوٺ ۾ پنهنجي ڌيءُ ۽ ناٺيءَ وٽ رهندي
هئي. ڏنيس تڙ جو برڪ ڌاڪو هو، لڪچوري شراب پڻ
ڏاهيندو هو. پنهنجي پڳل تنل گهر ۾ وينو ڏينهن رات
دارونءَ جا دنگ چاڙهيندو هو. ويلي ٿي سبر سبر مڇي
کائي ويندو هو. نتائيءَ جي ماءُ به اُن دارونءَ ۽ مڇيءَ
جي لوپ ڪارڻ ئي هن وٽ رهي پيئي هئي.

ننائي ڪن پل لاءِ پڳل نٿل پنهنجي اباڻي گهر ڏانهن نهاريو. پوءِ هلڪو مشڪي چيائين، "نه، مان پنهنجي جاءِ تي ٿو وڃان."

ٽورو اڳتي هلي راڄا گڏ گڏ تي چيو، "اُستاد، تون سچو ماڻهو آهين. تون اسان کي ڇڏي هتن وٽ ڪونه وئين."

ننائيءَ ٽورو مشڪيو.

ميڙاڪو هينئر گهٽجي ويو هو. هرڪو، پنهنجي گهر ڏانهن هليو ويو هو، صرف راڄا جو ڪٽنب وچي بچيو هو.

اسٽيشن وٽ پهچي راڄا چيو، "اُستاد، ڪجهه کاءُ پيءُ؟"

ننائيءَ مختصر جواب ڏنو، "نه."

گهر پهچي هو هڪدم بستري تي ليٽي پيو. اچ هن کي وري وري مشهور شاعر ٽارٽي منڊل جو ويچار پئي آيو. ٽارٽي جتي ڳائڻ ويهندو هو اُتي هزارن جي ڀيڙ ڪٺي ٿي ويندي هئي. هن پهريون دفعو جڏهن ٽارٽيءَ کي ڳائيندو ٻڌو هو، اُن ڏينهن جو چٽو اڄ به سندس دل ۾ بلڪل چٽو هو. چنڊي ماتا جي ميلي ۾ ئي هن کي ٻڌو هئائين. ڪيڏي نه ڀيڙ هئي! اُن سمي ميلو به ميلو لڳندو هو! ميلي تي بندوبست رکڻ لاءِ پوليس جي مدد وٺڻي پوندي هئي.

ننائيءَ کي ياد آيو ته اوچتو سيا منڊپ ۾ سخت خاموشي ڇانئجي ويئي هئي. ڪارڻ اهو هو جو ٽارٽي منڊل منچ تي پهچي ويو هو. هڪ طرف بينچ تي جيڪي بابو لوڪ ويٺا هئا سي پڻ هنجي اچڻ تي خاموش ٿي ويا.

۽ چيا هنجو گانو هو! انهيءَ بعد جتي به تارڻيءَ جي
پگهت پوندي هئي اُتي نتائي ضرور ويندو هو. هڪ دفعي
نه پيٽ ۾ هٿ وڌائي، هن تارڻي منڊل جي چرڻن جي رج
پڻ مستڪ ڌارڻ ڪئي هئي. اُن ڏينهن ئي هنجي دل ۾
چاهه اُٿيو هو ته مان به ڪوي ٿيان. چاهيو هئائين ته تارڻي
منڊل جي ٽوليءَ ۾ شامل ٿي، سنگيت سکيا حاصل ڪريان.

مگر تارڻي مري ويو. شراب خوريءَ سبب ئي هنجو
موت ٿيو. تارڻي ڪويءَ ۾ اهوئي هڪڙو عيب هو...
شراب تمام گهڻو پيئندو هو. پگهت ۾ ويهندو هو ته به
شراب جي بوتل ۽ پيالي پير ۾ رکندو هو ۽ پيري سيا ۾
پاڻيءَ جي نالي ۾ شراب جون سرڪيون پريندو هو.

اچانڪ نتائيءَ کي ياد آيو ته مهاديو، راماين مان جيڪو
پرمان ڏيئي مونکي مات ڪيو سو پرمان صحيح نه آهي.

هو هڪدم اُٿي وينو. پرسان ڪرسيءَ تي ئي نهايت
جتن سان ريشمي رومال ۾ ويڙهيل هنجون چوپڙيون رکيون
هيون. هن اُنهن مان راماين کڍيو. اسڪول ۾ پڙهندو
هو تڏهن کان وٺي هو اهي چوپڙيون ڪنيون ڪندو آيو
هو ۽ اهي سڀ ان ٿهيءَ ۾ شامل هيون. رستي تي ڪڏهن
ڪوٺائن جي ڪتابن جو ڪو ٿانئل پنو نظر چڙهندو هوس
ته اُهو به ميڙي ڪٺي ايندو هو ۽ پسند پوندو هوس ته سانڍي
رکندو هو. چوپڙيون به گهٽ ڪونه هيس. راماين، مهاڀارت،
پرارٿنائن جون ڪتاڙيون، گنگاجيءَ جو مهاتم، نانڪ منڊلين
جي گيتن جون چوپڙيون. تنهن کان سواءِ اسڪول ۾ پڙهيل

ڪتاب، سڀ هن وٽ اڄ به سلامت آهن. انهن کانسواءِ به ڪاپيون هيس، هڪ ڀڳل سليٽ ٽڪر هوس، هڪ ڪاري پينسل ۽ هڪ ڳاڙهي سائي پينسل جو ٽڪر پڻ هوس.

اُن رات هن وري ايڪاگرچت سان رامايڻ جو پاٺ شروع ڪيو. هنڪي خاطري ٿي ويئي ته مهاديو جرف زبان جي زور سان ئي ڪوڙي ڳالهه کي سچو بنائي، مونکي شڪست ڏني.

هو بستري تي ليٽيو پر ننڊ پر ڪري اُڌامي ويس. هنجي رڳن سچو وقت ڏان ڏان پئي ڪئي ۽ ڪنن ۾ سچو وقت دهل نغارا پئي وڄس.

فوجي راجا رات جو اوجاڳو ڪندي به صبوح جو پوري ڇهين بجي اُٿيو. اسٽيشن تي پهرين ٽرين ستين بجي پهچندي هئي. لڙائيءَ مان واپس موٽڻ بعد راجا کي چانهه پيئڻ جي عادت پيئي هئي. چانهه جو پاٽي چلهه تي رکي، اسٽيشن تي بهاري لڳائي هن واپس اچي اُستاد کي سڏ ڪيو: اُستاد! اُستاد!

اُستاد کان سواءِ راجا کي چانهه پيئڻ مان لطف ڪين ڪونه ايندو هو. سندس پتني اڄا سمهي پيئي هئي. سائيس ته تمام سويل اُٿي واپس هلي ويئي هئي. گويا جي ٽنان ڏاڍي بري هئي. ههڙي سڀاجهي پاجاڻيءَ کي به ساڍو ستا ڏيندي هئي. اهو ڏسي راجا کي ڏاڍو دڪ ٿيندو هو. هو اڪثر سوچيندو هو ته سندس هاٺوڪي پتنيءَ عوض

هو گويا سان پرٽجي ها ته ڏاڍو سنو ٿئي ها. سدا ڪلڪتي، مڌر ٻول، سرل ۽ سڀاجهي گويا پنهنجي منهن قت ۽ گهڻ ڳالهائو پيڻ ڪان هزار بار سٺي هئي.

راجا کي سڏ جو جواب ڪونه مليو ته هن وري سڏ ڪيو: اي... اُستاد!

هيٺئين ننائيءَ جو جهڪو آواز آيو: هون!

"چانهه تيار آهي، پائو!"

"هون!"

"اڙي پائو، ٽرين ٿي اچي!"

راجا لاچار ٿـي هليو ويو. هن وري سڏ ڪونه ڪيو. سوچيائين: راس جو ٽڪل هوندو، پلي ننڊ ڪري وٺي.

انڪل نوين ٻجي ننائي جاڳيو.

گذريل رات جـي يادگيري ايندي هنجي منهن تي هلڪي مرڪ وري آئي. ڪلڪتي واري ٻابوءَ مونکي چيو هو: تون ڪوي آهين!

انگريزيءَ ۾ به ڪجهه چيو هئائين.

پوتنات به ساراه ڪئي هئي.

ڏيري ڏيري هو ائين وسهڻ لڳو ته سڄو ڳوٺ پرسنتا پريل نگاهن سان مون ڏانهن پيو نهاري. اڄ وپرداس جي زبان به بند ڪانه رهندي. مان رڳو اسٽيشن تي پهچان سهين. هن ساڍي نوين ٻجي واري گاڏيءَ تي ئي وپرداس معرفت منهنجي هاڪ دور دور تائين ڦهلجي ويندي.

راتو ڪو ڪير ۽ ڪنب گهر ۾ رکيل هئا پر هن گهر ۾ چانهه ڪانه ٿاهي. خالي پيالو هٿ ۾ کڻي، ڏيري ڏيري هلندو هو اسٽيشن تي پهتو. هن جي منهن تي هلڪي مرڪ هئي.

هنکي ڏسندي ئي وپرداس هو هو ڪري چوڻ لڳو:

اي... اي! چپ، سپ چپ!

پوءِ ننائيءَ جي آڇيان ڪندي چيائين، ”ڏنيه آهين بيٺا، تون ڏنيه آهين. جئه سيتارام! چون ٿا ته ڪالهه رات تو غضب ڪري ڇڏيو. واه منهنجا ڪپڙي وار!“

عجب اهو جو ننائيءَ کي اڄ وپرداس جي انهيءَ آڇيان ٿان سخت ناراضپو ٿيو، هو هڪدم گنڀير بڻجي ويو.

پر وپرداس ان ڏانهن ڪوبه ڌيان ڪونه ڏنو. جواب نه ملڻ تي هن وري شروع ڪيو: بڊاءِ ته سهين تو کهڙي ڏرپت بڊايس... هُپ هُپ هپ! چُپ ري بيٺا مهاديو چپ!

۽ هو اچي ڪل ۾ چنڪيو.

ننائيءَ هينئر هٿ بڊي عزت سان چيو: جي پريو! مان ته مورک انسان آهيان، بلڪل نيچ ذات. باندر ڇڻو، اُلو ڇڻو، هنومان ڇڻو، سڀ سڀڄ- آئين ڇڻي. هن هٿ وارو پيالو دڪاندار ڏانهن وڌائي چيو: دڪاندار مهاشيه، هن ۾ ذرا چانهه ته ڏجو!

۽ هو ڏوتيءَ جي ڪنب ۾ بڊل پئسا ڪڍڻ لڳو.

ويٺي ماما پيالي ۾ چانهه پريندي چيو، ”اڄ مامي بدران دڪاندار مهاشيه تو سڏين ننائي! ڇا اڳيون رشتو ٽوڙڻ تو چاهين؟“

ننائيءَ کو بہ اُتر نہ ڏنو.

مامي وري چيو، ”ڇا ڪالهہ رات اسانجي ننائيءَ خوب سرس ڳايو هو؟“

ويرداس انهيءَ تي پرسان پيل هڪ ٽين جي ٽڪري کڻي اُن ۾ ٽنگ ڪندي چوڻ لڳو: اڄ اسانجي، ڪپي ور کي هڪ ٻلو انعام ڏيڻ گهرجي،

ننائي چانهہ جو پيالو کڻي هليو ويو.

ٻئي طرف سائي نوين واري گاڏي پليٽفارم تي اچي ويٺي هئي. ويرداس ۽ ويٺي ماما سمجهيو تہ ننائي مزوري ڪرڻ هليو ويو.

مگر راجا پليٽفارم تان پڪارڻ لڳو: اُستاد! اُستاد!

جواب نہ ملڻ تي راجا خود اچي دڪان تي سهڙيو.

ويٺي ماما چيو، ”هينئر اچا هتي هو، ڇا ايڏانهن ڪونہ آيو؟“

راجا هيڏانهن هوڏانهن نهاريو ۽ ڏٺائين تہ ننائي گهر ڏانهن واپس پئي ويو. هن ڊوڙندي اچي کيس پڪڙيو.

”پائو! ڳوٺ جي مزوري آهي. هڪڙي ٻنگہ ۽ ننڍڙو بسترو آهي.“

ننائيءَ ڪنڌ لوڏي چيو، ”نہ.“

”اڙي، وڏي بابوءَ جو سامان آهي، سٺي بخشيش ڏيندءَ.“

”نہ.“

”ڇا، طبيعت خراب اٿيئي؟“

”نہ۔“

راجا حيرت وچان سوال ڪيو، ”تڏهن؟“

نتائيءَ گنڀير مک سان ذرا ڪلي چيو، ”راجا، مان هاڻي مزوري نہ ڪندس۔“

اهو ٻڌي راجا جو واٽ ڦاٽي ويو۔

گهر پهچي نتائيءَ وري رامايڻ ڪڍيو. هڪ لنبو ٽڏو شوڪارو پري هن بيخياليءَ سان اُنکي ڳولهيو. وپرداس جي شبدن هنکي سخت صدمو رسايو هو. هو وري وري من کي ائين ٿي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو تہ موکہ براهمڻ کي کهڙي جاڻ؟

پر هنجي من کي شانتي نہ ملي. هن جڏهن بنا ڏيان رامايڻ جا ورق پٺي ورايا تہ هنجي نظر رتنڪار جي ڪٿا تي پيئي. اڳي بہ هن ڪيترا دفعا اها ڪٿا پڙهي هئي. پر اڄ هنکي ان ڪٿا ۾ نئون روپ، نئون ارٿ ڏسڻ ۾ آيو. پڙهڻ کانسواءِ سڄي ڪٿا هنجي دل تي تري آئي ۽ سندس اکين ۾ آنسون پرجي آيا۔

اکيون اُگهي هن پڙهڻ شروع ڪيو۔

رام نام برهم استاني پي رتناڪر
شيئي نام جاپي شاٺ هزار ورش!

(برهما رتناڪر کويءَ کي رام نام جو جيڪو ور

ڏنو، تنهنکي اڄ ست هزار سال ٿي ويا آهن تہ
پہ اهو اڄ تائين پيو جپجي.)

ٻاهران راجا جي پڪار آئي: اُستاد!
اُداس ڀاؤ سان تنائيءَ نگاهون مٿي ڪڍي هنجو آدرستڪار ڪيو، "اڄ راڄن، اڄ!"
راجا وهنديءَ پڇيو، "ڇا ٿيو آهي ڀائي. ڪوئن ڪم ڇو نہ ٿو ڪرين؟"

تنائيءَ کلي چيو، "ڀهرين هيءَ ڪٿا ٻڌ."
راجا چيو، "هن لکڻ پڙهڻ تنهنجو دماغ خراب ڪري ڇڏيو آهي."

تنائيءَ پڙهڻ شروع ڪري ڇڏيو هو. ٻيو ڪو اُپاءُ نہ ڏسي راجا هڪ ٻيڙي ڏڪائي ٻڌڻ لڳو. ڏسندي ڏسندي هو بہ اُن رس ۾ لين ٿي ويو.

ور ڏيئا برهما گيلا آپون يون
آدي ڪنب گان ڪرتواس ٻڇڪن!

(برهما وردان ڏيئي پنهنجي برهم ڌام ڏانهن واپس موٽي ويو ۽ ڪرتواس اُن ڏينهن کان رام نام جي پڄن ۾ رڌو پيو آهي.)

ڪٿا ختم ڪرڻ بعد نٿائيءَ راجا ڏانهن نهاريو. راجا هٿ ٻڌي نمسڪار ڪري چيو، ”سيتارام! سيتارام!“

پوءِ نٿائيءَ جي سباره شروع ٿي، ”تون ڏاڍو سٺو ٿو پڙهين، اُستاد!“

نٿائيءَ هينئر سوال ڪيو، ”هاڻي، تون ئي ويچار ڪري ڏس نه راجن!“

راجا حيرت وچان چيو، ”ڇاجو ويچار؟“

دريءَ مان ٽجلا ڪي نڊڙ ريل جي پٽي ڏانهن نهاريندي نٿائيءَ چيو، ”رتنڪار ڪوي ٿيو، ڇا تنهن بعد هن ڌاڙا هنيا هوندا، چوري ڪئي هوندي؟“

راجا هڪدم چيو، ”باپ ري باپ! ائين ٻه ڪڏهن ٿيو آهي، اُستاد!“

”ته پوءِ؟ ڪالهه رات جي ڳالهه ياد ڪر نه! هر طرف کان ”ڪوي، ڪوي“ جو آواز پئي آيو.“

”بيشڪ! بيشڪ!“

”پوءِ هينئر مان مٿي تي بار ڍوئيندو رهان ته ڇا اهو نيڪ لڳندو؟ والميڪ رشيءَ جي ڳالهه ڇڏي ڏي. هن سان ڪنهن جي پيٽ ڪانه ٿي سگهندي. هو ته ديوتا آهي پر مان ٻه ته ڪوي آهيان نه؟“

هينئر راجا جي دماغ ۾ ڳالهه ويٺي. هو شرڌا ۽ پريم وچان نٿائيءَ جو منهن تڪڻ لڳو.

”ٻڌاءِ راجن، هاڻي مان مزوري ڪندس ته به شوڀا ڏيندي؟ دنيا چوندي... ڪوي مزوري ٿو ڪري!“

”ها، اها ڳالهه برابر آهي.“

پر بي گهڙيءَ راجا چنتا ڀريل آواز ۾ چيو، ”مگر هڪڙي ڳالهه آهي، اُستاد!“

”ڪهڙي؟“

”ڪو ڏندو نه ضرور ڪرڻو پوندو اُستاد! پيٽ ته ڀرڻو آهي نه؟“

نتائيءَ زور سان ڪنڌ ڌوڻي چيو، ”مونکي اُنهيءَ جي چنتا ڪانهي. ٻه ويلا نه ملندا ته هڪ ويلو کائيندس. هڪ ويلو به نه مليو ته اُپواس ڪندس.“ پوءِ نهايت گنڀير ٿي چيائين، ”ايشور مونکي ڪوي بڻايو آهي انهيءَ ڪري...“

نتائي وري ڪنڌ ڌوڻڻ لڳو، ”نه نه. مٿي تي بار ڍوئي مونکان مزوري ڪرڻ نه پڄندي.“

راجا پڻ گنڀير بڻجي ويچار ۾ پئجي ويو. نيٺ هڪ سرد شوڪارو ڀري چيائين، ”ها اُستاد! هينئر توکان اهو نيچ ڪم ٿي نه سگهندو.“

نتائيءَ جي دل ۾ راجا لاءِ بيحد پيار پيدا ٿي آيو. اُتساهه وچان چيائين، ”راجن، تون ئي منهنجو سچو دوست آهين!“

راجا پڻ اُتساهه وچان جواب ڏنو، ”مان ڏنيءَ ٿي ويس اُستاد!“

نتائيءَ ٿڌو ساهه کڻي چيو، ”راجن، اڄ مونکي ڏاڍو دک ٿيو آهي!“

”دک؟ توکي ڪنهن دک پهچايو؟“

”انهيءَ تنهنجي ويرداس ناڪر! مونکي تو ڇڏي ڪپيور! ڪپيور معنيٰ باندر!“

راجا هڪدم سيٽجي ويو. هنجو فوجيءَ دماغ جوش ۾ اچي ويو. هن غصي ۾ يرجي پڇيو، ”پوءِ تو هنکي جواب ڇو نه ڏنو؟“

”جواب نه منهنجي ڇپن تائين آيو ب، پر مان غم کائي ويس. براهمڻ ڪل ۾ جنم وٺي مورک بڻل بڻجڻ کان باندر ڪوي تيڻ گهڻو بهتر آهي، راجن!“

”ضرور، اُستاد!“

نتائيءَ چيو...

سنساري جي شهجهه ڪوي شيٽي مهاشيه،
ڪومار سمان ڏرم ڪونو ڏرم نا يه!

(جيڪي سنسار جون مصيبتون سهن ٿا اُهي ئي اوچ پرش آهن. دنيا ۾ ڪميا جهڙو اوچ ڏرم بيو ڪونهي.)

دوهو ڳائي ختم ڪرڻ بعد نتائيءَ چيو، ”سمجهيءِ راجن! مون هنکي معاف ڪري ڇڏيو. براهمڻ آهي، تنهن کان سواءِ روڳيءَ متان مورک. مون هنکي معاف ڪري ڇڏيو.“

راجن مکڌ ٿي ويو.

ٿوري دير خاموش رهڻ بعد هن چيو، ”اُستاد تو

ڏاڍو سنو ڪيو.“ پوءِ وري سوال ڪيائين، ”هاڻي ڇا ڪندين اُستاد؟ هن منحوس پيٽ لاءِ ڪجهه نه ڪرڻو پوندو نه؟“

”مان دڪان ڪندس.“

”دڪان؟“

”ها دڪان... بيڙين جو دڪان! مان خود بيڙيون ٻڌندس ۽ اسٽيشن ٻاهران وڻ هيٺ ويهي وڪڻندس. سگريٽن جا ٻتي پئڪيٽ ٻه وٺي ايندس.“

راجا ٻه اُتساه ۾ اچي ويو. ”بلڪل سنو اُستاد!“

پر نتائيءَ وري ذرا ملول ٿي چيو، ”ويٺي مامرا مونتي بگڙجندو، پر...“

”پر ڇا؟ هو غصو ڪندو ته ڇا ٿيندو؟“

”نه راجن. مان ڪنهن کي نقصان پهچائڻ نٿو چاهيان.“ چوندي چوندي هن وري ٻي ڳالهه شروع ڪئي. ”ٻڌ راجن! مان جيڪڏهن ڪانا وٺي مورا ناهي وڪڻان ته ڪيئن؟“

”اهو ته سيني کان سنو.“

”پر خبر اٿيئي ته ويرداس ڇا چوندو؟ هو مونڏانهن آڱر کڻي چوندو: ڊوم جو پٽ!“

راجا ڏند ڪرٽيندي چيو، ”انهيءَ براهمڻ جي ست جو ڪن پڪڙي هنکي توري مهت ڪرڻي پوندي.“

”نه راجن. هو ڪهڙو ٻه ٿئي، نيسن براهمڻ پتر آهي.“ پوءِ وري ڪلي چيائين، ”دنيا پلي مونکي ڊوم سڏي. ڊوم ذات ۾ جنم ورتو اٿم، ڊوم ماءُ جي گود ۾ پليو آهيان.

سو دنيا مونکي ٻوڙ سڏي ته مونکي ڪاوڙ ڇو لڳڻ کپي!"

"نيڪ آهي اُستاد! دنيا ڀلي ڀيڻي ٻوڙ ٻوڙ چوي، تون دڪان ڪيڏ. ۽ اُستاد، هڪ شادي رچاءِ. گهر سنسار ٺاهه."

ننائيءَ نفرت وچان چيو، "هٽ!"

"هٽ ڇاجو اُستاد؟ مان تنهنجي اها ڳالهه نه ٻڌندس."

"چڱو، ڀهرين تون منهنجي هڪ ڳالهه ٻڌ."

راجا ڳالهيون ٻڌڻ جو ڪوڏيو هو. هو ٻيڙي دکائي ڪن لائي تيار ٿي ويٺو. ننائي پنج ڪتيل گدڙ جي ڳالهه شروع ڪئي. آکاڻي ختم ڪري ننائيءَ چيو، "تو پنج ٻُڌايو آهي، تنهن ڪري مان به پنهنجو پنج ڪونه ڪپائيندس، راڄن!"

راجا ڀهرين ته ٿورو ڪليو پر پوءِ چيائين، "اُستاد، تنهنجي اها ڳالهه نيڪ نه آهي. دنيا ۾ پيدا ٿي شادي نه ڪندين ته ٻيو ڇا ڪندين؟"

ننائيءَ اُترڏنو، "راڄن، تون پاڳل ته ڪونه ٿيو آهين؟ اسانجي ذات جي ڪا به ڇوڪري، وڏيا جو ڪهڙو قدر ڪندي؟ سڄو ڏينهن فقط کند کند ڪندي رهندي. تنهن ڪانسواءِ..." ۽ ننائي جملي ختم ڪرڻ کان سواءِ ئي کلڻ لڳو.

راجا پرون چاڙهي چيو، "تنهن کانسواءِ ڇا اُستاد!"

"شادي ته ڪريان به ڪٿي، پر منهنجي من پسند ڇوڪري ڪٿي آهي؟" ننائيءَ مٿر ٺهڪ ڏيئي چيو،

”مان ڪوي آهيان راڄن. منهنجي اکين کي جهڙي تهڙي ڇوڪري پسند نه پوندي.“

اها ڳالهه ٻڌي راجا کلي کلي اونڌو ٿي ويو پر وري اوچتو چپ ٿي ويو. گنڀير ٿي چيائين، ”نيڪ ڳالهه آهي، اُستاد! لڙائيءَ ۾ ويو هوس تڏهن...آ...ها! هڪدم گلابي گل جهڙيون ڇوڪريون! ايرانڻيون ڏٺيون اٿيئي اُستاد! اهڙيون نه تازيون ٿينديون آهن ڇا!“

راجا جا لفظ پورا ٿي ويا پر هن جو تصور اڃا ختم نه ٿيو هو. هو اُداس نگاهن سان دريءَ کان ٻاهر وسيع کيتن ڏانهن نهارڻ لڳو. نتائيءَ به دريءَ کان ٻاهر پٽي پٽي نهاريو. ريلوي لائين جا تلوارن جيان چمڪندڙ ٻه پٽا، جتي اُفق تي هڪ نقطي وٽ وڃي ٿي مليا، نتائي اِن نقطي ڏانهن ئي پٽي نهاريو. اچانڪ اُن نقطي وٽ سفيد ڦول جهڙي زنده ريکا چرندي نظر آئي. ريکا جي سر تي هڪ سونهري بنديءَ جهاڪا پٽي ڪيا.

انهيءَ خاموشيءَ ۾ ينگ وڏو راجا جي پتنيءَ جي ڪنور آواز. راجا هٿي يت شت ويني هنيو اُن ٿي هوءَ گلو قاڙي رڙيون ڪرڻ لڳي. راجا جي نالي تي ڳولي ڳولي لفظي ٻاڻ پٽي چتيائين.

راجا جو منهن ڪنور ٻڻجي ويو. هو اُٿي کڙو ٿيو.

نتائيءَ ٻڇي چيو، ”ڪيڏانهن ٿو وڃين؟“

”اڃهو ٿو موٽان“ ائين چئي راڄن هليو ويو.

نتائي هنکي پنيان سڏڻ لڳو، ”راڄن! راڄن!“

ٿوري دير بعد راڄن موٽي آيو. هن جي ڳل ٻنڌي نہ پئي ٿي.

نتائيءَ سوال ڪيو، ”ڇا ٿيو؟“

راڄا جو ڪلرڪ ٻنڌي نہ ٿي ٿيو. نيٺ جڏهن ڳل ٻند ڪري ڇڏائين، ”پڇي ويئي، ڪيئن ڏانهن پڇي ويئي.“

هو ورِي ڪلرڪ لڳو.

ٺيڪ انهيءَ وقت گوپا اندر آئي. بدن تي سفيد ساڙهي، مٿي تي پيتلي گهاگهر هيس. پيهريءَ جي اُس ۾ گهاگهر سون جيان پئي چمڪي.

نتائيءَ هن جو آدر ستڪار ڪندي چيو، ”اچ گوپا، اچ!“

راڄا کي ائين ڪلندو ڏسي گوپا نتائيءَ کان سوال ڪيو، ”جيجا کي هيڏي ڳل ڇا تي پيئي اچي؟“

نتائيءَ چيس، ”ڪا ڳالهہ نہ!“

”اڙي، ... جيجاجي، هيڏي ڳل ڇا تي ٿي اچيئي؟“

ڳل جو مرض ڏسندي ڏسندي گوپا کي بہ اچي وڪريو. هوءَ ڪلرڪ لڳي تہ ائين پاسرو لڳو ڄڻ گويا ٻاٽوءَ جو برتن جهنڪار ٿو ڪري.

راڄا جي ڳل هڪدم ٻند ٿي ويئي. سالي کي ائين بيحجاب ڪلندو ڏسي هن کي ڪاوڙ وٺي ويئي. هن سمجهيو تہ هيءَ ڇوڪري مٿس ٺٺولي ٿي ڪري.

ڪاوڙ مان هن کي ڌمڪي ڏيندي چيائين، ”اي...“

اِنَ تہ مڪيءَ گوپا جي ڪل بند ڪري ڇڏي.

راجا چيو، ”صورت تہ ڪاري ڪوئلي جهڙيءَ ويني آهي ڏند ڪيئي ڪلڻ.“

گوپا ائين چپ ٿي ويئي جڻ ٻار سزا کائڻ تي چپ ٿي ويندو آهي. ٿوري دير جي خاموشيءَ بعد اَڌ ٻر ٿي چيائي، ”وڃ بابو، ڪير وڃ، مونکي دير ٿي ٿئي. سيٺ لوڪ ڪاوڙ ڪندا.“

راجا چيو، ”پيٽي وانگر توکي پڻ ڏينهن جا تارا ڏيکارڻا پوندا. جڻ هوءَ پڇي......“

هو وري ٺهہ ٺهہ ڪري کلڻ لڳو.

پر گوپا هينئر ڪونہ کليو. هن بنا ڪجهہ چوڻ جي نگاهون هيٺ جهڪائي ماپ جو پيالو گهاگهر مان ڀريندي چيو، ”ڪٿي آهي باسڻ؟“

نتائي پريشان بڻجي، ڪير جو باسڻ هن اڳيان رکندي چيو، ”توکي ڪاوڙ لڳي گوپا؟ نہ نہ، غصي ڪرڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي.“

گوپا ڪوبہ اُتر نہ ڏنو. ڪير باسڻ ۾ اوتي بنا چپ چورئي ٻاهر نڪري ويئي.

راجا هنجي پنيان بہ مسخري ڪرڻ لڳو، ”اڙي منهنجي گوالڻ جي گاڏي ٿي ڇٽي. اڙي باپ ڙي باپ! دوڙ تہ ڪٿن ٿي پائي! ڇوُ... ڇوُ... ڇوُ... باپ ڙي!“

پر گوپا ڪنڌ بہ ڪونہ ورايو.

نتائيءَ چيو، ”نہ راجن! توکي ائين چوڻ نہ گهربو هو.“

پر راجا هنجي اُن ڳالهه ڏانهن ڌيان ئي ڪونه ڏنو. هن ائين ڪونه ٿي سمجهيو ته پاڻ ڪا غلط ڳالهه ڪئي اٿس.

هو ٽپ ڏيئي اُٿي کڙو ٿيو. ڏيڍ بجي واري گاڏيءَ جو وقت اچي پريو هو. گويا جو اچڻ اُنجو چتاءُ هو.

گويا ڪير ڏيئي ڀُونڪ ڏانهن واپس ويندي هئي ته راجا اسٽيشن ڏانهن ويندو هو. رستي مِرئي هنکي اسٽيشن ماسٽر جي پڪار ٿيندي هئي: راجا!

راجا روز اُنجو جواب ڏيندو هو: جي حضور! اج ب-- ساڳيو جواب ڏنائين.

ننائي چانهه دڪانڻ وينو. هنکي وري چانهه جي ضرورت محسوس ٿي. دڪاندار جي ننڍڙي پيالي مان هنکي پيؤ ڪونه ٿيو. تنهن ڪانسواءِ رات جي اوجاڳي سبب هو نهايت ٿڪل هو. مغز م پڻ ڏان ڏان پئي ٿيس. ڪنن م اچا رات وارا دهل نغارا پئي وڄس.

باه دڪائي ڪتليءَ بدران، هڪ ٺڪر جي برتن م پاڻي گرم ڪرڻ لاءِ رکي، هو چپ چاپ وينو رهيو. هنجو من تمام اُداس بڻجي ويو هو... نه راجا کي ائين. چوڻ نه کپندو هو. گويا تمام سٺي ڇوڪري آهي. اج هوءَ گهڻوئي ڳالهائي ها. هن ڳالهائڻ چاهيو ٿي. راتوکي پهگت بعد هوءَ گهڻوئي کجهه چوي ها، مگر هنکي جو ڳالهه ڪانه وڻي انهي ڪري هوءَ کجهه به چوڻ ڪانسواءِ چپ چاپ هلي وئي. صورت ته ڪاري ڪوئلي جهڙي! ڇي ڇي... ائين به ڪنهن کي چئبو آهي!

هڪ شوڪارو پيري هو اندر ئي اندر گنجار ڪندي ڪجهه سوچڻ لڳو. هنجي من تي بلڪل مٺڙ تڪون تري آيون.

ڪالو جودي موند توبي
ڪيش پاڪيلي ڪادو ڪيني؟

(ڪارو رنگ جيڪڏهن خراب هجي ها ته اسانجا وار به ڪارن بدران اڇا ڇو نه ٿين ها!)

ڏاڍي سنا ڪوتا رچجي ويئي.
نتائي خود ڏن ۾ اچي ويو ۽ دل ئي دل ۾ اها ڪوتا ڳائڻ لڳو......

ڪالو جودي موند توبي
ڪيش پاڪيلي ڪادو ڪيني؟

هوڏانهن چانهه جي پاٽيءَ ٺهڪڻ شروع ڪيو. نتائي خفي ٿي ويو. هن اُٿي پاٽيءَ جي هانڊي هيٺ لاٿي ۽ اُن ۾ چانهه وڌائين ۽ پوءِ قلعي ٿيل رڪابيءَ سان اُن کي ڍڪي پاسيرو ڪري رکيائين.
"هرهڪ ماڻهوءَ پنيان چانهه جو هڪ چمچو ٺهڪندڙ پاٽيءَ ۾ وجهي پنج منٽ انتظار ڪريو." ويٺي مامي جي چانهه جي دڪان تي لڳل پوسٽر تي اهي اکر نتائي اڪثر

پڙهندو هو. چانهه وڄڻ بعد هو وري بـ ڊل ئي ڊل ۾ ڪوتا رچڻ لڳو، پر دلپسند ڪوتا وڏيڪ رچجي نـ سگهي. ڊريءَ کان ٻاهر جيڪي بـ ڪاريون شيون هيون انهن ڏانهن هو نهاريندو رهيو پر ٻي لڪ هنجي من تي اچيئي نـ پيئي. رواجي طرح هو روز چانهه وڄڻ بعد پنج دفعا هڪ کان سٺ تائين انگ ڳڻي، پوءِ اُن ۾ ڪنبڻ کيو ملائيندو هو، پر اڄ هنکي اهو سڀ وسري ويو. هو سڄو وقت ڦريون رچيل ٽڪون آلاپيندو رهيو ۽ نيون، ٽڪون رچڻ لاءِ ڪوشش ڪندو رهيو، جو اوچتو هنکي چانهه جي يادگيري آئي. هن اُتي اُن ۾ کيرءَ ڪنبڻ ملايو ۽ پتل جي پيالي ۾ پنهنجي لاءِ چانهه پائي، باقي چانهه راجا لاءِ هانڊيءَ ۾ رکي، هو ريل جي پٽي نزديڪ ڪرشن چورا وڻ هينان اچي ويٺو. اهو آستان هنجو دل پريه آستان هو. گول وڻ مٿان ائين پاسندو جڻ ڪنهن راڄ سنگهاسن مٿان ڇتري هنيل هئي. چيٽ مهني جي پڇاڙيءَ ۾ اهو سڄو لال لال گلن سان سينگار جي ويندو هو. اُنهيءَ رت ۾ ننائيءَ جو گهڻو وقت اِن وڻ هينان ئي نبرندو هو. ڳوٺ جا ڇوڪرا گل چنڻ ايندا هئا پر ننائي هنن کي صرف هيٺ پٽ تي ڇڻيل گل کڻڻ ڏيندو هو.

اچانڪ ننائيءَ جي دل جو آلاپ دل ۾ئي دٻجي ويو. هنکي پنهنجي پيٽ جي چنتا لڳي. هن فيصلو نـ ڪيو هو تـ هاڻي مان ڪوي ٻڻجي ويو آهيان انڪري مزوري نـ ڪندس، پر پيٽ پرڻ لاءِ ڪونـ ڪو اُدم ڪرڻ ضروري هو.

ننڍڙن ننڍڙن ٽڪن قدمن سان، کير جهڙي سفيد ساڙهيءَ ۾ ملبوس، جڳجيوتي گل جهڙي سندر گوپا سامهون پئي ويئي. سر تي سون جيان ٽجلا ڪيڏ ننڍڙ پيتلي گهاگهر هيس. گوپا جڏهن ڳالهائڻ ۾ ٽڪي هئي تڏهن هن جي چال به اهڙي ئي تيز هئي. هوءَ گڏيءَ مثل ڪانه هئي پر بانس جي سهڻي سائي ڏار مثل هن جو سرير نيٽڻ کي ٺاري ڇڏي، اهڙو هو. هن جو پتلو سرير نتائيءَ کي بيحد پسند هو. هن جي ڪاري ڪومل چمڙي پڻ نتائيءَ جي نگاهن ۾ بيحد سندر هئي. گوپا اڄ تمام جلدي هلي ويئي، انهيءَ تي نتائيءَ دل ئي دل ۾ ٿورو ڪليو، ڇاڪاڻ ته سندس ڪارڻ ئي هوءَ ائين جلدي جلدي هلي ويئي. منجهس شڪ ني هجي ها ته جيڪر يونڪمپ برپا ڪرڻ ڪان به ڪين گسي ها. نتائيءَ سوچيو: راڄن گوپا تي جيڪو مذاق ڪيو، سو نيڪ نه ٿيو. هوءَ ڪاري ڀلي هجي پر ڏسڻ ۾ خراب ڪانهي. خراب ڇا بلڪ سني، سندر آهي. رنگ ڪري ڪاري آهي سو ڇا؟

گوپا پريان پئي ويئي. نتائيءَ سڏ ڪيو، "گوپا! گوپا!" پر گوپا ان پڪار ڏانهن ڪو به ڌيان نه ڏنو، اڳتي ونڊيندي رهي.

"منهنجو قسم اٿيئي!" نتائيءَ وري پڪاريو.

گوپا بيهي ويئي.

سرل مڌر گلي سان مٺو ڪري چيائين، "نه. مونکي دير ٿي ٿئي."

"هڪڙي ڳالهه چوٽي اٿم، اها ٻڌي وڃ."
"چڱو، اٿان ئي ٻڌاءِ."
"منهنجو قسم اٿيئي!"
گوپا جنسي هرڻيءَ جيان ڇلانگ ماري وينجهي اچي ويئي. چيائين، "تنهنجي قسم کي مان نه مڃان ته؟"
"ته مونکي ڏاڍو دک ٿيندو، گوپا!"
نتائيءَ جي آواز ۾ ذرو به ڍونگ ڪونه هو. هنجي لفظ لفظ مان صداقت پئي ڇلڪي.
هينئر گوپا نهايت سانتيڪي آواز ۾ چيو، "چئو، ڇا ٿو چوين؟"
نگاهون هنجي نيڻن ۾ کپائي، هلڪو کلي، نتائيءَ چيو، "توکي ڪاوڙ لڳي؟"
گوپا جي نيڻن ۾ نير تري آيو. جوشيلي نوع ۾ چيائين، "ڪاري آهيان ته پنهنجي گهر سکي آهيان. ڪنهن اڳيان هٿ ڪونه ڦهلايو اٿم."
نتائيءَ هينئر کلي چيو، "پر مونکي ته ڪارو وڻي ٿو گوپا!"
گوپا جي ڪاري ڪپول تي لالائي نظر ڪانه آئي پر هنجو حياءَ لڪل رهي نه سگهيو.
نتائي دليون رچيل ڪوتا ڳائڻ لڳو...

ڪالو جودي موند لوڪي
ڪيش پاڪيلي ڪادو ڪيني!

(ڪارو رنگ اگر خراب هجي ها ته اسانجا ڪارا وار پڻ اڇا هجن ها.)

شرميلي گوپا هيٺئر اکيون ڦاڙي نتائيءَ ڏانهن نهارڻ لڳي. چيائين، "ڪالهه تو ڏاڍو سٺو ڳايو."

"توکي پسند پيو؟"

"مونکي ته ڏاڍو پسند پيو!"

"اڇ، چانهه ڪوپ پي وڃ."

"نه... نه!"

گوپا چانهه جي بيحد شوقين هئي پر استري جا هئي، سا زبان ڪيئن کولي!

نتائيءَ وري قسم وڌس، "منهنجو قسم اٿيئي."

نتائي گهر ڏانهن هليو. راڄا لاءِ جيڪا چانهه بڻائي رکي هئائين، سا اڃا چلهه تي رکي هئي. نتائيءَ اُها ٻن پيالين ۾ وڌي ۽ هڪ پيالي گوپا اڳيان رکيائين.

هن وري شرمائجي چيو، "نه نه، تون پيءُ."

"نه مان ائين سمجهندس ته توکي اڃا مونتي ڪاوڙ آهي."

سر تان گهاگهر لاهي هيٺ رکي، گوپا چيو، "ڪاوڙ ڇاجي؟"

پوءِ ٽيڙس پريل نگاهن سان نتائيءَ ڏانهن نهاري پڇيائين، "تون اهو سڀ سکئين ڪيئن؟"

نتائيءَ گنڀير بڻجي فيلسوفياڻي اَدا سان اُتر ڏنو، "اها

سڀ ايشور جي ليلا آهي گوپا! نه ته ڪوي بنائي مونکي ڏوم ڪل ۾ ڇو پيدا ڪيائين، ٻڌاءِ ته سهين؟"

حيرت ۽ شرڌا ڀريل نگاهن سان گوپا ننائيءَ ڏانهن ائين ڏسندي رهي گويا سامهون ديومورتي براجمان هيس.

ننائيءَ اوچتو اونهو ساهه ڪڍي چيو: "سڀ هنجي ليلا آهي! نه ته ڪنهن کي مجال ٿئي جو مونکي ڪپيور (هنومان) سڏي مونتي چٽر ڪري!"

گوپا جي پيشانيءَ تي گهنج پئجي ويا. پڇيائين، "ڪير، ڪير تو لوکي ائين سڏي!"

ننائيءَ وري به سرد آهه ڀري چيو، "تون هنجو نالو ٻڌي ڇا ڪندينءَ؟ چانهه پي وٺ، ٿڌي ٿي وئي آهي."

گوپا هينئر چانهه جي پيالي ڪڍي ننائيءَ کي پئي ڏئي وئي. راجا يا ننائيءَ جي نگاهن سامهون هوءَ ڪڏهن به ڪجهه کائيندي پيئندي نه هئي. چانهه جي پيالي ختم ڪرڻ بعد چيائين، "نه، لوکي ٻڌائڻو پوندو ته ڪير تو ائين چوي. ڇا پيٽيوير تو چوي؟"

"نه نه، گوپا! راجن ته منهنجو خاص جگري دوست آهي. ڏاڍو سنو ماڻهو آهي."

"ها... ڏاڍو سنو ماڻهو آهي! ڳالهائڻ جي به فضيلت ڪانه اٿس."

"نه نه. اڄ هن توسان توري مسخري ڪئي. پيٽيويا ساليِن سان ائين يوڳه ڪندا آهن."

"يوڳه يعني؟"

"مسخري چرچو. پيٽيوين کي سالين تي اهڙو حق
مليل آهي."

گوپا وڌيڪ ڪونه ڪڇيو. نتائيءَ جي هر ڪا ڳالهه
هوءَ دل ئي دل ۾ مڃي ٿي ويئي. هنجي ڪاري ڪومل
صورت سان هنجي سياهءَ جو مڪمل ميل هو. آلاپ ۽ لئي
جي ميل مثل!

ٿوري وقت بعد چيائين، "نيڪ آهي. پيٽيو ـ م ذرا
مزاجي ماٺو آهي، پر آهي سٺو ماٺو!"

"تمام سٺو ماٺو آهي."

"پر هوءَ ڳالهه توکي ڪنهن چئي؟ ڪير آهي اهو
مڙو جو توکي ائين ٿو سڏي؟"

"حرف نه پڇينس گوپا! هو ذات ڪري براهمڻ آهي،
هو اَشٽوڪر جهڙو سچوڌ يعني ڇانهه جي دڪان تي ڪونه
وينو هوندو آهي، هو... وپرداس."

"ڇا هو توکي ائين ٿو چوي؟"

"ڇڏ انهيءَ ڳالهه کي. هو براهمڻ آهي، مان گهٽ
ذات جو آهيان. هو پل ائين چوندو رهي."

"ها، وڏو براهمڻ آهي، ناهي ڌيڪاري نه تو وانگر
اهڙي سرس ڪوتا نه مان به مڃانس."

جوش ۾ اچڻ سبب گوپا جي ساڙهيءَ جو پلو مٿي تان
کسڪي ويو.

نتائي مگد ٿي ويو. چيائين، "واه واه! گوپا تون
ڏاڍي سندر آهين."

گوپا جي خشڪ ڪارن وارن ۾ پنيان جهنجهيونٽيءَ جو لال گل اٽڪيل هو. ننائيءَ جي ڳالهه ٻڌي هوءَ شرمائجي، ويئي ۽ هيسيل هرڻيءَ جيان ڇرڪ ڀري منهن. ورائي ڪسڪي ويل پلؤ وري مٿي تي ناهڻ لڳي. مگر ننائيءَ کي نه معلوم ڇا ٿي ويو. هن ٽپ ڏيئي گوپا جو هٿ ڪٽي پڪڙيو.
”نه نه، ترس. مونکي ڏسڻ ڏي ... واه واه!“

گوپا حياءَ وچان رونٺهارڪي ٻڻجي ويئي. چيائين،
”ڇڏ.“

ننائيءَ هوش سنڀاليو ۽ هنجو هٿ ڇڏي ڏنائين. آزاد ٿيندئي هوءَ چانهه جي پيالي هٿ ۾ کڻي ٻاهر ڀڄي ويئي، پيالي صفا ڪرڻ جي بهاني. ننائي به شرمائجي ڪنڌ هيٺ جهڪائي ويٺو رهيو. هنجي دل اندرئي اندر ۾ئي پڪاريو... ڇي ڇي! هو چپ چاپ ويٺو رهيو. اوچتو سي ڏاتوءَ جي جهنڪار جو آواز ٿيو...هن مٿي نهاريو.

گوپا چانهه جي پيالي هيٺ رکي، پنهنجي گهاگهر سر تي رکي ٻاهر نڪري ويئي. ويندي ويندي هن ڪنڌ ورائي ڏانهس نهاريو. حياءُ ڀريءَ مرڪ گوپا جي ڪومل مک تي ائين پئي چمڪي جئن بسنت رت ۾ ڪڪڙي پيلي پن تي سج جا ترورا چمڪندا آهن.

نگاهون ملندئي گوپا مکڙو موڙي ڇڏيو. اُتاولائيءَ سبب هنجي سر تان ساڙهيءَ جو پلؤ وري کسڪي ويو هو.

گوپا تيز قدم کڻندي پئي وئي. ساڙهيءَ جو پلو به ڪونه سنڀاليائين. هنجي ڪارن زلفن ۾ جهنجهونٽيءَ جو

گل ائين پئي چمڪيو جئن آڪاس ۾ اڪيلو تارو فخر سان چمڪي.

نتائيءَ سامت جو ساهه کنيو. گوپا کي بر و ڪونه لڳو هو. ويندي ويندي ڪند ورائي هن ڪئن نه مرڪيو هو! ڪارن ڪيسن وچ ۾ لال ڦول ڪهڙو نه سندر ٿي لڳو.

گوپا آهستي آهستي دور پوندي، ننڍي ٿيندي ويئي ۽ آخر نگاهن کان اوجهل ٿي ويئي. نتائي اُتيئي ويني ويني ڪند ڌوڻڻ لڳو.

هنجو پيو پد تيار ٿي ويو هو.

ڪالو ڪيشي راڌا ڪوشم
هيري چوڪي نايوني!

(ڪارن وارن ۾ لال ڦول اکين کي ڪهڙو نه سندر ٿو لڳي!)

ڪارن زلفن ۾ ٻاڙهي گل جو حسن پسي، ڪوتا رچي، شاعر نه بڻجي سگهي ٿو مگر انهيءَ حسن ۾ غلطان بڻجي رستي تان هلڻ مشڪل آهي. نتائيءَ کي هڪ زبردست ٺوڪر لڳي! پير جو آڱوٺو زخمجي پيس ۽ اُن مان رت ريلا ڪري وهڻ لڳس. دل ۾ ڪوتا رچيندي، ڳائيندي، هو چنڊي ماتا جي مندر ڏانهن پئي ويو. رستو بلڪل خالي هو. ڏائو هٿ ڪن تي رکي، نتائي بلند آواز سان ڳائيندو

پئي ويو. وچ وچ ساڄي هٿ جي چيچ ۽ سان "ڪالو ڪيشي، راڳا ڪوشر" جو تال وڄائيندو ٿي رهيو.....! گويا ڳوپا سندس نگاهن اڳيان پئي ويئي ۽ هنجي خشڪ ڪارن زلفن ۾ لال ڦول ٽڄلا پئي ڏنا.

نوڪر ڪائي نتائي اُتي ئي ويٺي رهيو. گذريل ٽورن ڏينهن کان هنجو سر ٻه سڪي ويو هو، ڇاڪاڻ ته هيئنر هو صرف هڪ ويلو کائيندو هو. ڪمائي هيس ڪا نه. اڳين ميڙي چونڊيءَ مان دڪان کولڻ جو ارادو هوس. انهيءَ ڪري پئي نتائيءَ ڪاڏو هڪ ويلو گهٽائي ڇڏيو هو. هن اها ڳالهه راجا يا گوپا ڪنهن سان ڪا نه ڪئي هئي. هن کي ڊپ هو، ته هنن کي خبر پوندي ته اُهي اعتراض وٺندا. راجا وقتي پنج ست روپيه سندس اڳيان اُڇلي چوندو... ٻه ويلا سولا سڌا کاءُ. وري ضرورت پوئي ته مونکان گهري وٺج!

راجا جهڙو تهڙو دوست ڪو نه هو. راجا سچ پچ راجا هو. وڀرداس هنکي جيڪي ٻه لقب ڏنا هئا، تن تي نتائي چڙندو هو، سواءِ هڪ لقب جي... راجه ڪوي! راجا جو درٻار ڪوي!

راجا اڳيان نتائي لڄ شرم ڪو نه ڪندو هو. مگر راجا جي پتني راڻي نه هئي، هوءَ راڪسياڻي هئي. هنجي زبان ۾ زهر ڀريل هو. ماڻهوءَ کي ويٺي ويٺي جلائي خاڪ ڪري ڇڏيندي هئي. راجا اڻ ڏٺي سندس پتنيءَ جي ڇوڙي لاهي ڇڏيندو هو پر هنجي زبان بند نه ٿيندي هئي. هوءَ

رڙندي هئي پر گاريون ڏيندي رهندي هئي ۽ هنجون گاريون کھڙيون نه گنديون هونديون هيون! ماڻھو ته ٿيو پر ريل گاڏي به هنجي گارين کان ڇٽل نه هئي. راجا ڪم تي ويو هجي ۽ اوڏي مهل هنکي ڪنهن ڳالهه تان جوش چڙهي ته اسٽيشن ماستر ۽ گارڊ کان وٺي ريل گاڏيءَ جي انجڻ تائين، سڀني کي حرف پٽيندي رهندي هئي.

ننائي کلڻ لڳو. گارين ڏيڻ ۾ راجا جي پٽنيءَ کي عجيب ڪماليت حاصل هئي. ڪالهه هن ٽرين کي پڻ پٽيندي چيو هو... تنهنجي پل ڌهي پوي! تون ٻم جي گهر وڃين! ق...ق ڪندي تون جيڪا آگ وسائيندي ٿي هلين، شل اُن آگ ۾ ئي جلي ڪوئلو ٿين!

فرصت ملڻ تي راجا ننائيءَ وٽ اچي وهندو هو، اها ڳالهه هنجي پٽنيءَ کي سخت چڙ ڏياريندي هئي. راجا جي غيرحاضريءَ ۾ ننائيءَ جي ٻڌڻ سانگي هوءَ ڪنهن ٽياڪڙ کي گاريون ڏيڻ شروع ڪندي هئي. ننائي اُهي ٻڌي کلندو هو. انهن حالتن هيٺ هو راجا کان مالي مدد ڀلا ڪيئن قبول ڪري؟ راڻيءَ کي سڌ پئجي وڃي ته جان وٺي ڇڏيس، ۽ خبر ڀلا ڪيئن نه پونديس! ڪالهه اڳيئي هڪ ڳالهه تي گذري هئي. راڻيءَ گوپا کي ننائيءَ وٽ چانهه پيئندو ڏسي ورتو هو. چانهه پيئندي ننائيءَ جي ڪنهن چرچي تي گوپا ٺهڪ ڏيئي پئي کليو. ڇو نه راجا جي پٽني به اُن وقت اتان اچي لانگهائو ٿئي! ٺهڪن جو آواز ٻڌي اندر ليئو پائي ڏسي ورتائين ۽ منهن ڦيري

هلڻ لڳي. گويا جوت اڌ ساهه نڪري ويو. نتائي ٻه ڪاٺ ٻڻجي ويو.

ڪن بعد ئي ٻاهران راجا جي پتنيءَ جو ڪڙاڪيدار آواز ٻڌڻ ۾ آيو... ڪل ڪارمنهين، ڪل! بيشرمي! ڦاهي ڪائڻ لاءِ نوڙي نٿي مليئي!

گويا ونڌيڪ چانهه پي نه سگهي. تدي ٻاٽيءَ جي لوٽي پي، هوءَ گهر ڏانهن رواني ٿي ويئي.

نوڪر جو درد جهڙن لڱن سهسائي نتائي مندر ۾ پهتو. چنڊي ماتا کي پرنام ڪري هو مهنت آڳيان هٿ ٻڌي اچي بيٺو.

مهنت سنبهه وچان چيس، "پدارجو، ڪوي راجه نتائي چرڻ پدارجو!"

نتائي مگڌ ٿي ويو. هن مهنت کي ٻه پرنام ڪيو.

"جيءُ پت جيءُ! ٻي ڪهڙي خبرچار آهي؟"

"جي پريو! توهان مونکي پيتا ڏيڻ لاءِ چيو هو نه؟"

"پيتا؟"

"جي ها."

"نه ملندي. ضرور ملندي."

مهنت جو بوت ئي ڦري ويو. هنکي اوچتو چنڊي ماتا جي مهما ياد اچي ويئي. گنڀير ڪننڪ سان چيائين، "ڪالي ماتا، جڳ جا پندار پرڻ واري!..."

نتائي بوت ٻڌي تورو وقت بيٺو رهيو. هنکي مهنت آڳيان ونڌيڪ ڪجهه ڪهڻ جي همت ڪانه ٿي.

ٿوري وقت بعد چنبي ماتا جي مورتيءَ اڳيان ڪو ڪڙڪو ٿيو. مهنت هڪدم اُٿي اوڏانهن هليو ويو. اندر ڪي شردالو آيا هئا، اُنهن ئي نقد پيسا چاڙهي هئي ۽ اهو آواز اُنجو ٿيو هو.

مهنت واپس آيو ته نناڻيءَ کي وري ڪجهه چوڻ جو وجهه مليو. چيائين، "بابا!"

مهنت هينئر پرون تاڻي چيو، "هڪ دفعو چيو مانءِ ته سهبن، وقت ايندو ته سڀ ڪجهه ملي ويندءِ. ايندڙ سال ميلي ۾ سيٺي جي سامهون توکي پيسا ملندي."

نناڻيءَ نهايت نمرتا سان چيو، "۽ هينئر ڪجهه؟"

"هينئر؟"

"جي."

مهنت تپرس وچان ڏانهس نهارڻ لڳو. نناڻيءَ اُنهن نگاهن جو تاب سهي نه سگهيو

اوچتو مهنت چيو، "واه ري باندر واه! هاڻي ته زبان هلائڻ به سکي ويو آهين! پيسا ڪهڙي؟"

نناڻيءَ جنسي پڇي جند ڇڏائي. هنجي اکين ۾ آنسو پرجي آيا.

پهرين ڏينهن جلسي ۾ مهاديو ڪيس سچ چيو هو...گند جو ڪينئون به پنکه لڳائي سورڳه وڃڻ توچاهي. نه. گند جو ڪينئون سورڳه وڃي نه سگهندو. ڪوي مهاديو سچ ٿي چيو...مان شاعر بڻجڻ جي اهڙي آشا رکان جهڙي گند ۾ رهندڙ جنت گرڙ بڻجي سورڳه پهچڻ جي آشا رکي!

اوچتو هنجي زبان مان نڪري ويو "ڇلهي ۾ پوي!" اِنجو مطلب اهو ته ڇلهي ۾ پوي شاعري. فيصلو ڪيائين ته وپرداس پلي ڪيترو به مذاق ڪري پر مان. هينئر ئي سڌو استيشن تي پهچي بارهين بجي واري گاڏيءَ تي وري مزوري شروع ڪندس.

ائين من کي مڃائي هو استيشن ڏانهن ويندي مهاديو جو گيت آلاپڻ لڳو.

آستا ڪوري ايتو پاتا ... شوگي جابار آشا ... گو!
فرت ڪوري اُڙلو پاتا، شوگي جابار آشا ... گو!
هاءِ ري ڪولي! ڪيئي بابولي!
گروڙ هوبين موشاگو، شوگي جابار آشا ... گو.

(گند ۾ رهندڙ ڪينئون به سورڄ پهچڻ تو چاهي.
ڦر ڦر ڪري اُڏامندڙ مڇر به سورڄ ڏانهن اُڏامڻ جي ڪوشش تو ڪري. هاءِ ڙي ڪلجڳ! ڪينئون به اڄ پرن جي چاهنا تو ڪري. مڇر بہ اڄ گرڙ پکي بڻجڻ تو چاهي، سورڄ تائين پهچڻ تو چاهي!)

پر تورو اڳتي هلڻ بعد هنجي ڪن تي بيو پرلاءُ پيو. ڇا گاڏي اچي ويئي؟ راجا تہ استيشن تي هليو ويو هوندو. گويا به آئي هوندي ۽ سندس گهر کي تالو لڳل

ڏسي حيرت ۾ ڪري هوندي! مان اڄ ڪنهن به صورت ۾ راجا جي گهر نه ويندس. ڪالهه هنجي زال ڪيڏو نه ڪچه ميو هو.

ننائيءَ چوطرف نهاريو. ڪٿي به ڪير ڪونه هو. گويا به هلي ويئي هئي.

استيشن تي دڪان اڳيان ويٺي مامو بيٺو هو. ننائيءَ کي ڏسنديئي هن اُتساه وچان پڪاريو: ننائي! ننائي!

اُشتوڪر وپرداس به رڙ ڪري چيو: ڪپيور! اي ڪپيور!

ننائيءَ کي بيحد غصو آيو. وپرداس کي ڪڙو جواب ڏيڻ لاءِ هو دڪان ويجهو پهتو. ويٺي ماما خوش ٿي چيو: اسانجو ننائي بيشڪ قابل آهي! مهاديو هنلاءِ قاصد موڪليو آهي. يائي، ڪٿي جلسو ٿيڻو آهي؟

اهو سماچار ٻڌي ننائي خود حيرت ۾ پئجي ويو. مهاديو هنلاءِ قاصد موڪليو آهي! جلسو ٿيڻو آهي! ننائيءَ جي اها حيرت تڏهن دور ٿي جڏهن راجا هنکي سڏ ڪيو. راجا جي خوشيءَ جو به پار ڪونه ٿي ڏنو. هن وڏي آواز پڪاريو: اُستاد! اُستاد!

راجا سان گڏ ٻيو به هڪ شخص هو. هو مهاديو جي ٽوليءَ جو هڪ ٻولڙيو هو. پهرين ڏينهن واري جلسي ۾ ننائيءَ هنکي ڏٺو هو.

نئين آيل شخص چيو، "مزي ۾ آهيو نه؟"

نتائيءَ هيٺ آهستي ورائيو، ”توهين سيٺ جي مزي ۾ اُستاد مزي ۾ آهي؟“

”جي ها. هن ئي مونکي توهان وٽ موڪليو آهي. هڪڙي هندان نينڊ آئي آهي. توهان کي به اسانجي ٽوليءَ سان هلڻو آهي؟“

راجا وچ ۾ چيو ”هلندو، ضرور هلندو! هلو گهر هلو، اُتي ڳالهه ٻولهه ڪريون، ناشتو ڪريون.“

نتائيءَ به راجا وارو سر ورنايو. هن ٿورو وقت اڳي جيڪي رٽيو هو، سيڪجهه اُنجي اُبتڙ پئي ٿيو. مهاديو خاص قاصد موڪليو آهي. هن به چيو، ”گهر هلو، اُتي چانهه به پيئبي، ڳالهيون به ڪبيون؟“

راجا جي گهر وٽ پهچي نتائيءَ کي عجب لڳو. سامهون ورنڊي ۾ هيٺ ڪير ويٺو هو؟

هوءَ گوپا هئي!

نتائيءَ ني نظر پوندي ئي گوپا جون نگاهون شرمائجي جهڪي ويئون. مگر ڪن بعد ئي هن پاڻ سنڀالي سياويڪ آواز ۾ چيو، ”بابو، هيترو وقت ڪيڏانهن ويا هئا؟ مان ڪيتري وقت کان ڪير ڪٺي توهانجي انتظار ۾ ويٺي آهيان.“

نتائي ورندي ڏنيس، ”سياڻي ڪير سوبل ڪٺي اڄ. ٻارهين بجي واري گاڏيءَ ۾ مونکي ڪوي سميلن ۾ وڃڻو آهي. انهيءَ کان اڳيئي ڪير...“

راجا وچ ۾ ئي ٻوڪ اُڇليو، ”ها، ها... اڇي ويندو. اسانجي

گوپا گھڙيال جي ڪانٽن جيان هلندي آهي.“ گوپا نتائيءَ ڏانهن نهاريو. هنجي اکين ۾ اُمنگ هئا، منهن تي خوشي هيس.

پنجن ڏينهن بعد نتائي ڪوي سميلن مان واپس موٽيو. اسٽيشن تي ٽرين مان لٿو ته پيرن ۾ نئون ڪئنواس جو بوٽ پيل هوس ۽ بدن تي ميرن ڪپڙن مٿان هڪ کير جهڙي سفيد چادر اوڍيل هيس. چهري تي هلڪي مرڪ هيس... آتم سنتوش جي مرڪ؟ مگر بلڪل هلڪي. ٽرين ۾ ويٺي ويٺي هو سڄي وات اهيئي سپنا لهندو آيو هو ته ٽرين مان لهندي ئي اسٽيشن ماسٽر کان وٺي سيئي مونکي عزت ڏيندا. سيئي حيرت وچان چوندا: اڙي نتائي! نئين چادر ۽ نئون بوٽ! تون ته سڃاڻپ ۾ ئي نٿو اچين. نتائي دل ئي دل ۾ اُنجو هيءُ جواب به تيار ڪري رکيو هو: جي! چادر بابو لوڪن سروپاءِ ۾ ڏني ۽ بوٽ مون پاڻ خريد ڪيو آهي.

چادر جي سروپاءِ جي ڳالهه سراسر ڪوڙي هئي. چادر ۽ بوٽ نتائيءَ ٻئي پنهنجي ڳنڍ جي پئسن مان خريد ڪيا هئا. سر تي گيڙو نه هجي ته سنياسي نه سڏجي، تن جي ڪلهن تي چادر نه هجي ته ڪوي نه سڏجي! تنهن ڪانسواءِ ننگي پير ڪير عزت ڏيندو؟ انهيءَ ڪارڻ ئي نتائيءَ چادر ۽ بوٽ ٻئي خريد ڪيا هئا. اسٽيشن تي لهي، آتم سنتوش جي مرڪ مرڪندي هن سيني ڏانهن نهاريو، پر هنڏانهن

سيني جي نهاريندي ۽ جڻ ڪنهن هنڪي ڏنوئي ڪونه. بي ڳالهه ته پري رهي، پر ڪنهن هنڪان سڪٽو سوال ۽۔ ڪونه ڪيو. سوال ڪرڻ وارو هڪڙوئي شخص هو پر هن وقت اهو انجڻ پيرسان پنهنجي ڪرت ۾ رڌل هو. مال گاڏيءَ جي شنٽنگ چالو هئي. سو راجا گاڏا ڪپي، انجڻ تي سوار ٿي رڙيون پئي ڪيون: اي هيت جائو، سنڀالو! ... هٽو!

ننائيءَ جي دل اداس ٿي ويئي. انسان ويراڳ وٺي ته جڏن وسٽن ڇڏي، سڌو رستو ڇڏي، اڻانگي رستي تان هلندو آهي، ساڳي طرح اڄ ننائي ۽ اسٽيشن جي مکيہ لنگهه کي ڇڏي، اسٽيشن جي ڇيڙي تي ڪاڪوسن پيرسان گند ڪچري وٽان لنگهندو پنهنجي گهر ڏانهن روانو ٿيو. هنجو من بيحد اداس هو. دل ۾ گهرو درد هوس......

ڪالو جردي موند ٿوپي
ڪيش پاڪيلي ڪادو ڪيني!

ڪٿي پيرسان ئي تمام جهيڻي آواز ۾ ڪنهن اهي ڪون پئي ڳايون. سامهون وڻ هيٺ جتي بٺ زمين هئي اتي جڻ اوچتو ساگر اٿلي پيو. گوپا وڻ هيٺ ويٺي، ننائيءَ جي اها رچيل ڪوتا پئي آلاپي.

ننائيءَ جي پيرن ۾ رٻڙ جي تري وارو ڪئنواس جو بوٽ پيل هو. انهيءَ ڪري هو گوپا جي بلڪل ويجهو

وڃي پهتو پر هنکي سمڪ ڪا نہ پيئي. گوپا جي پنيان ٻيهي هن اُن ڪوتا جو ٻيو پد ڳائڻ شروع ڪيو.

ڪالو ڪيشي رانگا ڪوشم
هيري چوکي نا يوني!

ٻن هرڻيءَ جيان گوپا چرڪ ماري اُٿي، ”بابا ڙي! ڪير آهي؟“ پر ٻيءَ ڪن پرئي هوءَ وسمئي وڃان اُواک رهجي ويئي.

نتائيءَ جي چهري تي وري خوشيءَ جي جهلڪ موٽي. بيحد سنيهہ وچان هن پنهنجي پڳتياڻيءَ کي چيو، ”هل، اڄ توري چانهہ پيئڻي پوندءَ.“

نتائي ڪلهن تان چادر تي لاٿي جو گوپا هنکي روڪي چيو، ”نہ لاهہ، ڏسي ڏيو ڪرڻ نہ ڏي.“

ڏسي ڏيو ڪرڻ بعد هن چيو، ”ڏاڍي سهڻي تي لڳي. هوبهو ڪوي تو لڳين، بلڪل سندر!“

نتائيءَ وراڻيو، ”بابو لوڪن سروپاءِ پرهيءَ چادر ڏني.“

”ء بلو؟ بلو ڪونہ ڏنائون؟“

”اُهو ٻئي دفعي ڏيندا. بلا دڪانن ۾ تيار تو روئي رکيل هوندا آهن، گوپا!“

”چادر بہ ڏاڍي سٺي آهي. تو ڏاڍو سٺو ڳايو نہ!“

”ها... ڪالو جودي موانڌ توبي... بہ اُٿي ڳايم.“

ڪاري گوپا جو منهن رتولال تي ويو. نگاهون ائين

جهڪي ويس گوپا هنجي نيٽن جي ڇپرن تي ڪنهن اوچتو مڻ بوجو رکي ڇڏيو. زمين ۾ اکيون کتل هونديس چيائين، ”نه بابو! ڇي... ڇي. تون به کهڙو ماٺو آهين.“

نتائيءَ کلي چيو، ”اڙي، مونکي ته ڳالهه ئي وسري ويئي.“

”ڇا؟“

”اکيون بند کر ته ٻڌايانءِ!“

”ڇو؟“

”منت اکيون بند کر نه! پوءِ پاڻ کولي ڏسج.“

گوپا اکيون اڌوگابرو بند ڪري، ڪنڌن سان ڏسڻ لڳي.

نتائيءَ ڪڙتي جي کيسي ۾ هٿ وڌو، پر اُتيئي گوپا جي چالاکي پکڙي چيائين، ”اڙي، تون ته ڏسين ويٺي. اکيون بند کر، زور سان بند کر.“

پي گهڙيءَ گوپا کي ائين محسوس ٿيو ته سندس گلي ۾ ڪجهه پيو. هن هڪدم اکيون کوليون ۽ ڏٺائين ته سندس گلي ۾ هڪ سونو هار پئي چمڪيو.

گوپا ٽپرس ۽ خوشيءَ وچان جڻ هوش گنوائي ويٺي.

”سونو آهي؟“

”نه، سونو ڪونهي. ڪوڙو آهي.“

سونو پلي نه هجي پر گوپا جي خوشيءَ ۾ گهٽتائي ڪانه پيئي. هنجي دل ڌڙ ڌڙ ڪري پئي ڌڙڪي. بسنت رت ۾ پپر جو ٽڙون تازو پن ڏڪي، تئن......!

"اُستاد! اُستاد!"

راجا جي پڪار آئي. ٽرين رواني تي چڪي هئي ۽ هينئر راجا اسٽيشن جي پليٽفارم تان رڙهيون ڪندو پئي آيو.

گويا ڇرڪ پيو. نتائيءَ به ڇرڪي اُٿيو. اک ڇنڀ ۾ گويا گلي وارو هار لاهي ڇڏيو.

پوءِ شنڪا ڀريءَ آواز ۾ چيائين، "جيجا ڀيو اڃي."

نتائي به جڻ هوش حواس گنوائي ويٺو هو. چيائين، "هاٿي؟"

هو هڪدم گهر مان ٻاهر نڪري ويو. هنجي ڪلهن تي چادر ۽ پيرن ۾ بوٽ اڃا جڻ جو تڻن پيل هئا. راجا کي ساهون ڏسي نمرتا سان نمسڪار ڪري هن چيو: اساڻي نگريءَ جو کهڙو ڪشل سماچار آهي؟"

اچرج ۽ آنند وچان راجا جون به اکيون ڦاٽي ويئون.

"اڙي ٻاپ ري ٻاپ! ڪلهن تي چادر......"

نتائي وچڙئي چئي اُٿيو: سروپاءِ!

"سروپاءِ؟"

"ها. بابو لوڪ گيت ٻڌي فدا ٿي ويا."

"چوين ڇا ٿو؟"

"سچ ٿو چوان."

"اڙي ٻاپ ري ٻاپ!" چوندي راجا نتائيءَ کي سيني سان ڪٺي جڪڙيو. پوءِ چيائين، "اچو ڪوي، ... اچو!"

"ڪيڏانهن؟"

"اڙي اچ نه؟" ۽ هو نتائيءَ جو هٿ پڪڙي هنگي
ويٺي ماما جي دڪان تي وٺي ويو.

"ماما! بناءِ چانهه. گهراءِ مٺائي."

ويٺي ماما به نتائيءَ جو ويس ڏسي وائڙو ٿي ويو.
اشتوڪر ويرداس جي تپرس جي به حد ڪانه رهي.

اچ ڪيترن ڏينهن بعد نتائي وري نمرتا پوروڪ ويرداس
جي چرڻ رج ڪٽي مستڪ تي چاڙهي. پوءِ مرم پريو مشڪي
چيائين، "پريو، چادر بابو لوڪن سروپاءِ طور ڏني."

ويٺي ماما چيو، "نه اچ اسانکي مٺائي ڪارائڻي پونديءَ
ڪوي مهراج... نتائي!"

"ضرور. مٺائي نه توهانجي ئي دڪان تي آهي.
سيني کي ڪارابو نه... پئسا مان پر يندس."

"نه. پئسا مان پر يندس. ڪيو مٺائي!" ائين چوندو
راجا ڪاف جي پيتي سيڙهي، اُن تي آسان جمائي وينو.
پوءِ نتائيءَ کي هٿ کان پڪڙي پنهنجي پر م وهاريندي
چيائينس، "هتي تي ويهه دوست!"

ويرداس اچ نتائيءَ تي نئولي ڪانه ڪئي. هن سچ پچ
خوشيءَ وچان چيو، "نتائي! پهرين اهو نه ٻڌاءِ تبه پگهت
ڪيئن هٿي؟"

نتائيءَ اُنساه م پرجي ويو. هن اچ ويرداس تي جيت
پائي هئي. هنکي ان کان وڌ پڪ بيو گهر بوئي چا هو؟
هن وري به ويرداس جي چرڻ رج مستڪ تي لڳائي چيو،
"جي پريو! پگهت بيشڪ رنگ لڳايو. ٻنهي طرف بن واگهن

جهڙا ڪوي هئا. هڪڙو گرجنا ڪري بس ڪري ته ٻيو گرجنا ڪري. هڪ طرف چشت ڌر ته ٻئي طرف مهاديو! ڀيڙ ڪا هئي. ڀڳت خوب لڳي!"

وِٺي ماما مٺائي وراهيندي چيو، "ڳالهيون ڪندي مٺائي به کائيندا وڃو. سيني کي مٺائي ڏيڻ بعد هن نتائيءَ جو حصو هنجي سامهون رکيو، پر نتائيءَ کي مٺائي کائڻ جي فرصت ڪٿي هئي! ڀڳت جو ورڻن ڪندي هنجا ٻئي هٿ ٻئي هليا.

وڀرداس هينئر وري پنهنجي رنگ ۾ اچي ويو. هن جهٽ هٽي وٺي ماما جي هٿ مان مٺائي کسيندي چيو، "اڙي ڀيرا به ڪو ڪوين جو ڪاج آهي! ڪوين جو ڪاج ته چندرما جي چاندني، گلن جي سڳنڌ، ڪوئل جو مڌر سنگيت ٿيندو آهي!" پوءِ نتائيءَ ڏانهن منهن ڦيري چيائين، "ها پوءِ ڇا ٿيو نتائي چرڻ؟ هڪ طرف چشت ڌر ۽ ٻئي طرف مهاديو! پوءِ ڇا ٿيو؟"

اڄ نتائيءَ جو اُتساه ڏسڻ جو نه هو. هو ساڳي طرح چوندو رهيو: پريو! هڪ ڏينهن مهاديو کي رنگ البت زياده چڙهي ويو. اُن ڏينهن مهاديو ٿيو هو ڪرشڻ ۽ چشت ڌر هو رادا! چشت ڌر پد آلاپيو...

ڪالو ٽيڪيٺ آگون لڳي ڇي، تورا ديکي جا... گو!
شاڏ ير ڪالا چاند!

(اي ڪالا چانڊ (يعني ڪرشن) ڏسندو وڃ! ڦل ۾
جنهن تماڪ جي ڪاري ڳوڻي ڦوڪ تي جلندي
آهي تنهن مان، ٻه ٽوڪي ڪيئن نه جلائي خاڪ ٿو
ڪريان!)

اِنهن ڳارين جو ڏوڙيو شروع ڪيائين ۽ مهاديو اُنوقت اُلٽين ۾ اچي چٽڪيو. هنجي مٿي تي پاٽي پئي وڌائون. انهيءَ تي مون ٿي هنکي جواب ڏنو...

ڪالو جو ڏٺي موند ٿو ٻي،
ڪيئن ڀاڪيلي ڪادو ڪيني؟

جا سمجهيون پريو! بابو لوڪن ۾ هڪڙم واهه واهه پئي ويئي ۽ سروپاءِ ۾ هيءَ چادر ڏنائون.

ڳالهه هرويرو ڪوڙي ڪانه هئي. نتائيءَ برابر پنهنجي اها ڪوتا اُتي ڳائي هئي ۽ سيني اُنجي ساراهه ڪئي هئي. صرف سروپاءِ جي ڳالهه ۾ مڙس ڪجهه گهڙت هئي:

هيلتائين نتائيءَ کان صفا وسري ويو هو، پر اوچتو چانهه پيئندي هنکي گوپا جي يادگيري آئي. چا، هوءَ اڃا سندس گهر ۾ ويٺي هوندي؟ نتائي چانهه جو پيالو هٿ ۾ ٿي جهلي اُٿي کڙو ٿيو ۽ پليٽفارم جي ڪناري تي اچي ريلوي پٽن ڏانهن نهارڻ لڳو. دور اُفق تي سج جي تيز پرڪاش مڙيل جا ٻئي پٽا هڪ ٻئي وٽ وڃي تي گڏيا. نتائي

اوڏانهن نهار بند و رهيو، پر سوني چهڪندڙ بندي ڪٿي به نظر نه ٿي آئي.

تڏهن؟ ڇا هوءَ اڃا گهر ۾ ويٺي هوندي؟

راڄا ويٺي ماما جي دڪان تان سڏ ڪرڻ لڳو: اُستاد! اُستاد!

"اچان ٿو، اچان ٿو. ذرا گهران ٿي ٿو اچان."

نتائي جنسي ڊوڙندو گهر پهتو.

اندر وڃي ڏسي ته برابر، گوپا اڃا اتيئي ويٺي آهي. نتائيءَ کي ڏسندي ئي هوءَ اُٿي کڙي ٿي ۽ ڪجهه چوڻ کان سواءِ هلڻ لڳي.

نتائيءَ هنجو هٿ پڪڙي چيو، "ڪاوڙ لڳيءَ؟"

گوپا روئي ڏنو.

"ڇا ڪريان؟ هو چڙين ته اچان نه؟"

"مان هتي ويٺي هيس ۽ تون هنن سان اُٿي ڳالهين ۾ وٺي وئين!" هوءَ وري هلڻ لڳي.

"منهنجو قسم اتيئي ... !"

گوپا کي ڪل اچي ويئي.

"ويهه. چانهه پي وڃ. تولاءِ نئون پيالو آندو اٿم. هي ڏس."

هن ڪيسي مان پتل جو نئون پيالو ڪڍيو. سويل هنکي اها ڳالهه ئي وسري ويئي هئي.

نتائي ڪلڻ لڳو.

"نه مونکي دير ٿي ٿئي. سامهون اُس ڏانهن نهاري

هوءَ ڏکي اُٿي. ”اَئي اَمان، ڪيڏي نہ دير ٿي آهي!“ ۽ هوءَ تڪڙي تڪڙي اُٿان ويئي هلي.

رستي تي هن اهوئي ٿي سوچيو تہ گهر هن دير لاءِ ڪهڙو سبب ڏيندي؟ هلندي هلندي هن پوتيءَ جي ڪنڊ ۾ ٻڌل هار ڪڍي گلي ۾ پاتو.

رستي ۾ هڪ ننڍي ندي هئي. اوجل جل ۾ هنجو پاڇو بلڪل چٽو پئي ڏٺو ۽ سندس گلي ۾ پيل سوني هار تجلا پئي ڏنا. هوءَ پنهنجو اهو عڪس ڏسي حيرت ۾ پئجي ويئي. پاڻيءَ ۾ چند ڇلنا آئي ۽ ٿوري ٿوري اُهو وري استر بنجي ويو. هن ان استر جل درپن ۾ پلڪ ڀر لاءِ پنهنجي عڪس ڏانهن چتائي ڏٺو ۽ پوءِ اُهو هار گلي مان لاهي وري پوتيءَ جي ڪنڊ ۾ ٻڌي ڇڏيائين ۽ ندي پار ڪري پنهنجي ڳوٺ پهتي.

دير لاءِ گهر ڪهڙو بهانو ڏيندي تنهن باري ۾ هوءَ اڃا ڪوبہ فيصلو ڪري نہ سگهي هئي، پر ان لاءِ جيڪا ڪاوڙ ٿيندي اُها سهڻ لاءِ هن پنهنجي من کي تيار ڪري ڇڏيو هو.

ننائي اڃا ريلوي پٽي نزديڪ ڪرشن چورا وڻ هيٺ آيو هو. ڦڳڻ جي خشڪ گرم هوا ڌڌڙ اُڏائڻ شروع ڪئي هئي. وايوءَ ۾ طوفاني ويگ اچي ويو هو. انهيءَ طوفاني پون ۾ ڌڌڙ پاڻيءَ جي وهڪري سمان وهندي ٿي ويئي، پر ننائيءَ انهيءَ ڌڌڙ جي ڌند اندر بہ ان سوني بنديءَ کي پئي ڏٺو. هو انهيءَ بنديءَ ڏانهن يڪ ٽڪ نگاهن

سان ڏسندو رهيو. دل ئي دل ۾ ڪجهه آلاپيندو رهيو... ڪوتا رچيندو رهيو.

ٽرين ڀاڙي سميت نتائيءَ کي ڪل ڇهه روپيه مليا هئا، مگر ٽرين ڀاڙي بلي هنکي ڪجهه به خرچڻو ڪون پيو هو. انهيءَ برانچ لائين تي نتائي ڪافي وقت کان مزوري ڪندو رهيو هو جنهن ڪري گارڊ، ڊرائيور، ٽيٽي سڀيئي کيس چڱي طرح سڃاڻندا هئا. انهن ڇهن روپين مان چوڏهن آنا هن بوٽ تي خرچيا، ٻارهين آني جي چادر خريد ڪيائين، ٻي آني جون بيڙيون ماچيس ورتائين. باقي سوا چار روپيه بچيل هئا. هينئر هنکي اُميد هئي ته ٿورن ئي ڏينهن اندر هڪ ٻن ٻين جلسن لاءِ به کيس نينڊ ملندي، چاڪاڻ ته نتائيءَ کي هينئر دل ئي دل ۾ خاطري ٿي ويئي ته ٻڌندڙن کي سندس ڳائڻ پسند پيو هو ۽ اُهي جتي ويندا اُتي سندس واکاڻ ڪندا. هڪ ٻئي کي چوندا: مهادبو جي منڊليءَ ۾ هو جيڪو نئون ڇوڪرو آيو هو سو ڏٺوَ؟

”ها ڇوڪر بيشڪ سٺو آهي. ڏاڍو سريلو ٿي ڳايائين.“

”صرف ڳائي سريلو ٿو پر سٺو شاعر به آهي. هن دفعي مهادبو جي عزت هن ئي رکي. مهادبو ته بيسڌ پيو هو ۽ هن جيڪو اهو شعر ڳايو: ڪالوجودي موند توبي...

”چوبن ٿا ٿو؟ اها ڪوتا هن پاڻ ناهي آهي؟“

”ها.“

”ته پنهنجي ميلي ۾ به هنکي ضرور آڻيندا سين.“

نتائيءَ من ئي من ۾ پنهنجو اڳهه پڻ مقرر ڪري ڇڏيو هو. مهاديو ڏينهن جا اٺ روپيه وٺندو آهي. ڇشت ڏهر ڏه روپيه وٺندو آهي ۽ مان پنج روپيه گهرندس. جي چار ڏنائون ته به قبول ڪندس. پر ساڻ ساڻ ڪو سازي به کپي. ٽڪلي وڃائڻ جو ڪم ته راجا جو پٽ به ڪري ويندو.

هينئر ٽن ٽن ڪندو اسٽيشن جو گهنڊ وڄڻ شروع ٿيندو هو ته نتائي ڊوڙندو اسٽيشن تي پهچندو هو ۽ ٽرين مان لهندڙ هڪ هڪ مسافر کي چتائي ڏسندو هو. ميلي ۽ پگهت وارن جي مهاندن تي خاص قسم جي هڪ ڇاپ ٿيندي آهي ۽ نتائي اُنهيءَ خاص ڇاپ جي ئي تلاش ۾ رهندو هو. فقط ٻارهين بجي واري ٽرين تي هو ڪونه ويندو هو ڇاڪاڻ ته اُهو گوپا جي اچڻ جو وقت هوندو هو.

ائين مهنا گذري ويا.

هينئر نتائيءَ وٽ ڳنڍ ۾ فقط چار آنه بچيل هئا. هو وري دلشڪستو ٿي ويو هو. هن ائين ٿي سوچيو ته حد ۾ حد چار ڏينهن گذر ٿي سگهندو. پوءِ؟

ڇا وري مزوري ڪرڻي پوندي؟

نه ته اِنسان اُپواس تي ڪيترو عرصو جالي سگهندو! گوپا جي کير جا پئسا به اڃا چڪائڻا هئا. ڏهه ڏينهن اڳي هنجو حساب چڪتو ڪيو هئائين، پر پڇاڙيءَ جي ڏينهن جا پئسا، روزانو پاءُ کير جي حساب سان، ڏهه پئسا اڃا هنکي ڏيڻا هئا.

نتائيءَ فيصلو ڪيو ته اڄ کان کير بند ڪندس.

ٻئي ڏينهن ٻپهريءَ جو اُفق تي جتي ريل جا ٻه پٽا ملي هڪ ٿي ٿيا، نتائي اُتي نظر کپائي ويٺو. ٿوري ئي وقت بعد مٿي تي سونهري گهاگهر ڌريل، سفيد ساڙهي اوڍيل گوپا اُتان ايندي نظر آئي.

گوپا کي ڏسي نتائيءَ مشڪيو.

ويجهو پهچي گوپا چيو، "نه بابو، هتي ائين نه بيهندو ڪر. ماڻهو ڏسندا ته ڇا چوندا؟"

نتائيءَ هڪ اُبو ساهه کڻي چيو، "توسان هڪ ڳالهه ڪرڻي اٿم، انهيءَ ڪري هتي بيٺو آهيان."

نتائي لفظن جو اُچارڻ پڙهيل سگهڙ ماڻهن جيان ڪندو هو. راجاءِ گوپا ٻئي هنجي اِن اُچارڻ تي موهت هئا.

نتائيءَ جي مٿين ڳالهه ٻڌي گوپا هرکر وچان نتائيءَ جي منهن تڪڻ لڳي ته هنکي ڇا چوڻو آهي؟ هنجي دل بنا ڪارڻ ڌڙ ڌڙ ڪري ڌڙڪڻ لڳي.

نتائيءَ چيو، "ڪيترن ڏينهن کان ٻئي سنيريس، مگر..."

ذرا هٻڪي نتائيءَ نيٺ چئي ڏنو، "هاڻي مونکي ڪير ڪونه گهرجي."

گوپا جو منهن هڪدم لهي ويو. هنجي منهن جي مرڪ هرکر سڀ اُداسي ويئي. گهڙي اڳ هنجو چهرو، جو برسات جو رس چکي تازي توانائي ٽيل سهڻي پن جيان ٿي لڳو، سو هينئر سڪي خزان جي مرجهيل پني جهڙو ٿي ويو.

گوپا وسي ٻڌي نتائيءَ ڏانهن نهاريندي رهي. نتائيءَ جا لفظ ٻڌي هنجي منهن تي جيڪا زردي ڇانئجي ويئي

هٿي سا بہ ساڳي طرح قائم رهي. ڪيتري دير بعد هن وري بہ جڻ نتائيءَ جي ڳالهہ جي خاطري ڪرڻ سانگي سوال ڪيو، ”ڪير ڪونہ گهرجيئي؟“

”نہ.“

”ڇو؟ مون ڪهڙو گناهہ ڪيو آهي؟“ ڇوندي ڇوندي هنجي نيڻن ۾ نير تري آيو.

نتائي ٿورو وقت چپ رهيو. پوءِ چيائين، ”ڪوڙ ڳالهائڻ پاپ آهي. تنهن ۾ بہ توسان ڪوڙ ڳالهائڻ تہ مها پاپ ٿيندو. سچ ٿو چوان گوپا، هينئر مون ۾ ڪير ڳنهڻ جي سمرٿي نہ آهي.“

وري هڪ ٿڌو ساهہ کڻي چيائين، ”غريب نيچ ڪل ۾ جاول لاءِ ڪوي بڻجڻ مها ڏک جو باعث آهي، گوپا!“

هينئر گوپا بہ وياڪل بڻجي، وينتيءَ ڀرئي آواز ۾ چيو، ”اُستاد! توکي پئسا ڪونہ پرٽا پوندا.“ ۽ جذبي وچان هن نتائيءَ جا ٻئي هٿ کڻي پڪڙيا.

نتائي ٿوري دير هنجي منهن ۾ تڪيندو رهيو. پوءِ چيائين، ”نہ، تنهنجي پتار کي خبر پوندي تہ توکي اڌمئو ڪري ڇڏيندو. سس ڳاريون ڏيندءِ، ٽٽان مهڻا ڏيندءِ.“

گوپا اُن سڀ جو بچاءُ ڏيندي چيو، ”نہ نہ، هڪ ڳانءِ منهنجي پنهنجي آهي، اُنهيءَ جو ڪير مان توکي ڏينديس.“

نتائيءَ کو بہ اُتر نہ ڏنو.

”هاڻي تہ وڻندين نہ، ڪوي؟“ گوپا جي آواز ۾ لرزش هئي.

ننائيءَ گوپا ڏانهن نهاريو... هنجي اکين ۾ وري آنسو ڀرجي آيا.

هنکي دلاسي ڏيڻ لاءِ ننائي ذرا مرڪيو؛ هنجي اها مرڪ ڏسي گوپا جو چهرو پڻ وري ٻسنتي گل جيان ٽڙي پيو. ننائيءَ جي اِن مرڪ کي قبوليت سمجهي هوءَ خوشيءَ ۾ پرجي ٽڪڙي ٽڪڙي اڳتي وڌي؛ ننائيءَ جي مڪان وٽ پهچي ٻاهرئين در جو ڪڙو لاهي اندر گهڙي. هنکي سموري خبر هئي تہ گهر ۾ ڪهڙي شيءِ ڪٿي رکي آهي. هن ٿانءُ ڪڍي ڪير ماڻي اُن ۾ وڌو ۽ پوءِ ٽڪڙي ٽڪڙي ڳوٺ ڏانهن رواني ٿي.

ننائيءَ پٺيان سڏ ڪيو، ”گوپا!“

پر هن وٽ اُن پڪار ٻڌڻ جو وقت ڪونہ هو. هنکي ڪيترن هنڌ پهچڻو هو. هوءَ اڳي کان بہ ٽڪڙي وک وڌائي هلي ويئي.

اُن وقت کان هوءَ هلي ويئي پر واپس موٽندي هوءَ ننائيءَ جي گهر پهچي چوڻ لڳي، ”ڏي بابو... چانهہ ڏي! منهنجي نڙين کوپ ۾ چانهہ ڏي.“

چانهہ پائيندي ننائيءَ چيو، ”هڪڙي ڳالهہ پڇانءِ گوپا؟“

چانهہ جو پيالو چپن تي رکندي گوپا چيو، ”پڇ.“

"تون موکي مفت ڪيرَ ڏيڻ لاءِ چيو ٿي چوين؟"
گوپا يڪ ٽڪ نگاهن سان نتائيءَ ساڀُون ڏسندي رهي.
نتائيءَ وري پڇيو، "ڇا لاءِ؟"
"منهنجي مرضي!"
"تنهنجي مرضي؟"
"ها. منهنجي مرضي." پوءِ کلي چيائين، "تون ڪوي آهين نه! تون ڪيڏو نه مهان پرش آهين!"
ائين چئي چانهه جي پيالي ڌوئڻ جي بهاني هوءَ اُتي ٻاهر هلي ويئي. واپس اچي ڏٺائين ته نتائي ويٺو مشڪي ۽ هنجي هٿ ۾ به لال ڦول آهن.
نتائيءَ هٿ وڌائي چيو، "وٺ. ڪويءَ جي هٿن مان ڦول وٺڻا پوندءِ."
گوپا شرمائجي منهن ڦيري چيو، "نه."
"ته مان ڪير ڪونه وٺندس."
گوپا جهٽ هٽي، هنجي هٿ مان گل کسي، ڊوڙندي ڀڄي ويئي.
نتائي ڏٺين ڪوتا رچڻ ويٺو. اڄ هنکي وري ڏٺون پد سجهي آيو هو.
ڪوتا رچيندي رچيندي هن چلهه ۾ باهه ٻاري؛ ترين اڳيئي لنگهي ويئي هئي. نوڪري پوري ڪري راجا به ڪڇي چانهه ۽ کنڊ کڻي جاڻ آيو ۽ وري چانهه ٺاهڻي پوندي.
ڏٺين ڪوتا جي شروعات ڏاڍي سٺي ٿي. ٽڪون ڏاڍيون سندر ٿيون هيون. نتائي خوشيءَ ۾ اچي ڳائڻ لڳو...

جلنت اونول ڪوپو بوشوني کي باندا جاءِ!
پريتي اونول شوکي انترِ... بوشون
ڊک ڏؤمي چؤن شؤدا جوليتي ياشاءِ!

(پيرڪنڊڙ ٻاھ کي ٻه ڪنڌھن وستر ۾ سانڍي سگھجي ٿو! تنھن پريت جي آگ، ٻه اندر ۾ سانڍڻ مشڪل آھي، سکي. اُھا ھميشه اکين جي نگاھن مان ظاھر ٿيو پوي.)

اڄ ھنکي صاف صاف معلوم ٿي ويو ته پاڻ گوپا کي چاھيائين ٿي ۽ گوپا ٻه موت ۾ ڪيس پانيو ٿي.

نتائي من ئي من ۾ سوچيندو رھيو.

اوچتو ھنجي ڪوتا بند ٿي ويئي. ھڪ ڳالھ ياد ايندي ئي ھنکي ڳائڻ وغيره سڀ وسري ويو.

گوپا جي نيات الڳ ھئي. تنھن ڪانسواءِ ھوءِ اڳيئي پرڻيل ھئي. اھو ته مھاپاپ ٿيندو!

نتائي ڪيترو وقت چپ رھيو. ايڪانت ۾ وينو، ھو وري وري پنھنجي من کي سمجھائڻ لڳو. رکي رکي ھو ڏکي ٿي اُٿيو. ھنجو بي لغام من ڪنھن ٻه نموني سمجھڻ لاءِ تيار نه ٿي ٿيو. ھنکي شرم ڪونه ٿي آيو، ڏک نه ٿي ٿيو، اُلٽو ھو خوش پئي ٿيو، بود ۾ پرجي ٿي ويو. ائين پئي سمجھيائين ته گھر جي ھر ڪنڊ ۾ گوپا ڪڙي آھي. انداري ۾ ڪير مثل سفيد ساڙھي پائي، سدنس من جي

ڳالهه ڄاڻڻ لاءِ اُتي بيٺي آهي. نتائيءَ بيصبر ٿي ويو. هو اُٿي ڪڙو ٿيو ۽ ڪمري جي دري ڪولي اُداس نگاهن سان ريل جي پٽن ڏانهن نهارڻ لڳو. اُفق تي جتي ريل جا پٽا سمر ٿي ٿيا، اُتي نتائيءَ کي هڪ سونهري بندي نظر آئي... گويا گوپا گهر مان نڪري اُتي وڃي بيهي رهي هئي. جڻ اُتان بيٺي نهاريائين ته ڪوي ڪيس واپس سڏي ٿو يا نه؟

نتائيءَ جي سيني ۾ ڌڙڪڻ شروع ٿي ويئي. گهر مان نڪري هو ريلوي لائين جي پرواري ڪرشن چورا وڻ هينان اچي وينو. وڻ سڄو لال گلن سان ستيو پيو هو. وڻ جو اهڙو سمپورڻ ۽ اديت بهار هن اڳي ڪڏهن ڪو نه ڏٺو هو. ريلوي لائين جي ٻيءَ پر ڦن چمپا جو وڻ هو. هير جي سيني تي اُنهي هلڪي سڳند ڊيمي ترندي نتائيءَ تائين پهتي. ڪدم وڻ ۾ پڻ مکڙيون ڦٽيون هيون. برسات پوندي ئي اُهي ٽڙي گل ٿي پونديون. پرواري انهن جي جهڳٽن ۾ ٻن ڪويلن آمهون سامهون وٽن تي ويهي هڪ ٻئي کي ڪوڪ جي موت ڪوڪ سان پئي ڏني. وچ وچ ۾ چنڊال پکيءَ جي پڪار به ٻڌڻ ۾ پئي آئي. رنگبرنگي پوپٽن جو ته ڄڻ ميلو لڳي ويو هو. نتائي جنهن وڻ هيٺ وينو هو اُنهي چوڌاري جهنڊن ئي جهنڊن چڪر پئي ڏنا.

اوچتو نتائيءَ کي ائين لڳو ته گوپا ٽڪڙي ٽڪڙي ڏانهس پيئي اچي.

نتائيءَ جي سر ۾ ڏڪڻي پيدا ٿي ويئي. هو اکيون

بند ڪري ويهي رهيو. من ئي من ۾ چوڻ لڳو، ”اچ گوپا، اچ. مون تنهنجي هرديه جو راز پروڙي ورتو آهي. مونکي پاپ لڳي ته لڳڻ ڏي. نرڪ ۾ وڃڻو پويم ته ڪلنڪ مشڪندو ويندس، پر توکي ڪڏهن ائين نه چوندس ته ”تون مون وٽ نه اچ. مان پلا اهي لفظ ڪيئن چوندس. اهي لفظ منهنجي زبان مان ڪيئن نڪرندا. اچ... تون پلي اچ.“

نتائيءَ کي گرهڻ لڳل چندرما ياد آيو. اُن ڏانهن نهارڻ سان سوتڪ... ڪلنڪ لڳندو آهي. انهيءَ ڪري اُنجي چترڻ بعد سنان ڪرڻو پوندو آهي. پر نتائي ڪڏهن به ان ڳالهه ۾ وشواس نه ڪيو هو.

هنجي دل ۾ ڪوتا رچجي آئي. ازخود تڪون نهي آيون...

چاند ديکي ڪلنڪ هوبي!
بولي ڪي ديکي نا چاند؟

(گرهڻ ورتل چندرما ڏانهن نهارڻ سان ڪلنڪ لڳندو آهي. پوءِ به تون ان گرهڻ ورتل چندرما ڏانهن ڇو پيو نهارين؟)

نتائيءَ جي من ۾ گوپا اهڙي گرهڻ لڳل چندرما مثل هئي. سوچڻ لڳو: گوپا نه ايندي ته مان جيئندس ڪيئن؟ هتي رهي ڇا ڪندس؟ بس، هتي وڃو وڃو هنجي راهه تڪيندس ۽ تڪيندي تڪيندي اندو بڻجي ويندس..

چانڊ ڏيکي ڪلنڪ هوئي!
بولي ڪي ڏيکي نا چانڊ؟
او گو چانڊ تمار ناگي
نا هوءِ اَمي هوبو ٻئراڳي
پوٽ چوليبو راتري جاڳي

آها... ها... پاڻيءَ جي سيلاب جيان تڪون ازخود ترندي يون تي آيون...

پوٽ چوليبو راتري جاڳي
شا ڏبي نا ڪيئو آرتو باد!

(گرهڻ ور تل چندرما ڏانهن نهارڻ سان ڪلنڪ لڳندو آهي پوءِ ٻه تون اُنڊانهن ڇو تو نهاربند و رهين؟ نه منهنجا چندرما، مان توکان منهن نه موڙيندس. مان ويراڳي نه ٿيندس. تنهنجي درسن خاطر مان سڄي رات اوجاڳو ڪندس: موٽنڪي ڪير به انهيءَ کان روڪي نه سگهندو.)

آها...ها! ڪهڙي نه سندر ڪوتا نهي هئي. او... گوپا! ڪهڙي سدوري پل ۾ تون آئينءَ ۽ ڪويءَ تي پنهنجي پريم جي ورکا ڪيءَ... انهيءَ ڪري ته اڄ ڪوتا ازخود پيئي نهندي وڃي.

ننائي اُتي ڪڙو ٿيو ۽ جنهن رستي تان گوپا ايندي هئي اُهو وڻي هلڻ لڳو. اسٽيشن ڪان جڏهن ڪافي دور نڪري ويو، جتي بلڪل سانت لڳي پيئي هئي اُتي هو وڏي آواز پنهنجي ننڍين ڪوتا ڳائڻ لڳو.

ريل جو پتو جتي نديءَ مٿان ٿي لنگهيو اُتي پل هئي. ننائي هينئر ريل جو پٽو ڇڏي نديءَ جي گهاٽ ڏانهن مڙيو. نديءَ ۾ پاڻي گهڻو ڪونه هو. گوڏي جيڏو پاڻي مس هو. گوپا روز اُها ندي پار ڪري هيڏانهن ايندي هئي. ننائي نديءَ ڪناري وڃي ويٺو.

اڄ ننائيءَ جي چال ۾ مستي پيل هئي. ڏائو هٿ ڪن تي رکي، ساڄي هٿ جي وچين آڱر ۽ آڱوٺو ملائي هو جڻ گوپا کي مخاطب ڪري ڳائيندو هلندو پئي ويو...

چاند ديکي ڪلنڪ هوبي !
بولي کي ديکي نا چاند؟
اوگو چاند تمار ناگي
نا هوءِ اُمي هوبو بئراڳي
پوت ڇوليبو راتري جاڳي...

هو شايد سڌو گوپا جي ساهري گهر اڳيان وڃي پهچي ها، پر اوچتو ڪيس هوش آيو. اڙي! مان هي ڇا پيو ڪريان. گوپا جي ساهري گهر اڳيان پهچي، مان جي پنهنجي هيءَ ڪوتا ڳايان ۽ هن کان سوال ڪريان: گوپا!

توکي خبر آهي ته اهو چندرما کهڙو آهي! تون ئي ته آهين منهنجو اُهو چندرما! پوءِ... پوءِ گوپا جي کهڙي حالت ٿيندي؟ گوپا جو پتي ڇا چوندو؟ هنجي سسر، نڻان... اُهي ڇا چوندیون؟ اوڙو پاڙو ڪوڻ اچي ڪنو ٿيندو؟ اُهي ڇا چوندا؟ اُنهن سڀني جي مذاق ۽ نٺوليءَ جو نشان بڻبي منهنجي گوپا!

نتائيءَ جي نگاهن سامهون گوپا جي تصوير ڦهڻي:

اڙي! ائين ڪريان ته منهنجي گوپا پنهنجا آنسو ڪٿي لڪائيندي؟

گهوٽ گهوٽ، گهر گهر ۾ گوپا جي ڳالا ٿيندي، پچار ٿيندي. رستي تان لنگهندي هوءَ ڪڏهن منهن مٿي کڻي نه سگهندي. هنکي ڏسي لوڪ هنڌانهن آڱريون کڻندو... هيءَ ڏس... وڃيڻي ٿي ڪارمنهين!

نيچ ماڻهو ته هنکي چار گندا حرف به پڻي ڪيندا. مان پلي گوپا کي وٺي ڪنهن دور ديس هليو وڃان، تڏهن به دنيا جو بوت بند ڪونه ٿيندو. اها هميشه ائين ئي چوندي: ڇوري بدچلن هئي. گهر ڇڏي نتائيءَ سان ڀڄي نڪتي. گوپا ڪٿي به پنهنجو ڳاٽ اوچو جهلي نه سگهندي.

نتائي اُتي نديءَ ڪناري ئي ويهي رهيو.

من ئي من ۾ چوڻ لڳو: گوپا! تون منهنجي ڳگن جو چندرما آهين. تون اُتي آڪاس ۾ ئي رهه!

اڄ ننائيءَ کي الائي ڇا ٿي ويو هو. هنجي من ۾ ووري هڪ ٻي ڪوتا رچجي ويئي.

چاند! تمي آڪاشي ٿاڪو، اَمي تمار ديکبو ڪالي
چوني تمار چاهي نا ڪوهي، شونار انگي لاگبي ڪالي!

(منهنجا چندرما تون اِتي آڪاش ۾ ئي رهج ۽ مان توکي هتان هينان ئي ڏسي وٺندس. توکي ڇهڻ لاءِ منهنجي دل ۾ ڪابه چاهنا نه آهي. تنهنجي سوني صورت تي مونکي ڪارو داغ ڪونه لڳائڻو آهي.)

ننائي دل ئي دل ۾ اها ڪوتا رچيندو ڳائيندو، گهر واپس موٽيو.

راجا سوال ڪيو: اُستاد! ڪيڏانهن ويو هئين؟

ننائيءَ مشڪي چيو، "سنگيت، راجن سنگيت! اڄ ته دل سنا سنا گيت رچڻ تي چاهي. اهي رچيندو ڳائيندو کيتن ۾ پئي ڦريس."

"هون! سنا سنا گيت!"

"ها راجن! سنا گيت! بهترين ڪوتا!"

"ته ويهه هٿ. مان ڍولڪ ڪڍي ٿو اچان."

راجا ڍولڪ ڪڍي ويهي ويو.

ننائي به خوشيءَ ۾ ڦولجي ڳائڻ لڳو...

چانڊ تمي آڪاشي ٿاڪي، اُمي تمايه ڊيکبو ڪالي

راجا اوچتو ڍولڪ وڄائڻ بند ڪري ڇڏيو. ”اُستاد! تنهنجي اکين مان لڙڪ پيا لڙن!“
اکيون اُگهي نتائيءَ ورائيو ”ها راجن، لڙڪ پيا لڙن.“

ٻئي ڏينهن اَسر جوئي نتائي ڙبل پٽي. نزديڪ ڪرشن چورا وڻ هيٺان اچي ويٺو هو. اڄ ڪاڻ وٽي هن ائين پئي وسهيو ته مونکي ڪو هرڪو ڪونهي، ڪو سوڳ ڪونهي. جڻ ويراڳي بڻجي ويو هو.

ڪالهه سڄو ڏينهن توڙي رات هن پنهنجي من ۾ انيڪ خيال پچايا هئا. شام جو راجا جي گهر ويو هو. راجا جي پتني وڏواتي هئي. تنهن مثان جو وري راجا وقت بوقت نتائيءَ کي مدد ڪندو هو، تنهنڪري هوءَ سخت پوسر اندي هئي، تنهن هوندي به نتائي هنجي گهر ويو هو. هن کي ڏسي راجا تمام خوش ٿيو ته پر نٿين ڳالهه اها ٿي هئي جو راجا جي پتنيءَ به هنجو خوب آدر ڀاءُ ڪيو هو.

نتائيءَ گوپا جي پتيءَ بابت جيڪي ڄاڻڻ ٿي چاهيو سو هن وٽان چالاڪيءَ سان ڳالهين ئي ڳالهين ۾ ڄاڻي ورتائين.

”چون ٿا ته گوپا جو پتي ڏاڍو سهڻو جوان آهي؟“
”رنگ جو تمام گورو آهي. ماٿو به سٺو آهي. ٻنهي جو پاٺم سٺو ساز آهي. سمجهيئه اُستاد!“

"هنجي مالي حالت پڻ خراب ڪونهي." راجا جي پتنيءَ چيو، "اُن ڏهه ته ڳائيون اٿن. ٻه ٻڪل به اٿن ۽ کيتيءَ ۾ پڻ حصو اٿس. توهان سيٺي جي آسيس سان گويا تمام سکي آهي."

نتائيءَ وراڻيو، "مان ته هنکي هردم آسيسون ڪندو رهندو آهيان... مهاراڻي جي!"

راجا جي پتني عجيب استري هئي. هيلتائين ٻاڪل سٺي نموني ڳالهيون ڪيائين، پر هينئر اهو مهاراڻيءَ جو لقب ٻڌي ڪڪائين باه جيان ڀڙڪي اُٿي. "مان ٻيو سڀڪجهه سهي سگهان ٿي پر اهو نه سهنديس... مهاراڻي! ڏنيم توهانجي وڏي مهاراڻي! اهڙي مهاراڻيءَ کان ته نوڪرياڻي، ڀنگياڻي بهتر! نه گهر نه ٻار. ريلوي ڪوارٽر ۾ ٻڌي پيئي آهيان... اڄ هتي، سڀان هتي."

راجا کي به غصو چڙهي ويو. چيائين، "چُپ حرامزادي، ڪيا بولتي هئي."

"سچ ٿي چوان. مان ڪنهن کان ڊڄان ڪانه ٿي."

بس پوءِ ته ڪروکيتر برپا ٿي ويو. راجا هنکي چوٽيءَ کان ڪڍي پڪڙيو. نتائيءَ هنکي سانت ڪرائڻ جي ڏاڍي ڪوشش ڪئي پر اُن مان وريو ڪجهه ڪين. اُن ڏينهن اڌ رات تائين راجا جي پتني پتيءَ کي گاريون ڏيندي رهي.

مگر نتائيءَ جي ويراڳ جو ڪارڻ اهو ڪونه هو.

ڪالهه سڄي رات هو پنهنجي من سان جنگ جوٽيندو رهيو هو. من کي سمجهائيندو رهيو ته جيڪي وٺيئي سو

ڪري پر دل جي ڳالهه دل ۾ ئي رهڻ گهرجي. ڪنهن کي به اها ڳالهه ٻڌائڻي ڪانهي... گوپا کي به نه. هنجو گهر گرهستي سک چين سان پيئي هلي. هنجي جيون شــل آئينده به ائين سک آرام سان هلندي رهي. هوءَ اڃا به وڌيڪ سک ماڻي! تون هنجي جيون جي مرياڊا جو بند پڇي، هنجي سکي زندگيءَ کي، گهر گرهستيءَ کي پائمال نه ڪر!

گهڙيال جي ڪانٽن جيان وقت تي پوري، گوپا مقرر وقت تي اچي پهتي. اُفق تي جتي ريل جا پٽا سر تـي تيا اُتي هڪ سونهري بندي پهڪي اُتي ۽ اُنجي هيٺان چمڪڻ لڳي هڪ زنده ريکا.

ويجهو ايندي اُها بڻجي ويئي گوپا! ڪلندڙ مرڪندڙ مکڙو کٽي، گوپا اچي هن اڳيان بيٺي.

”ڪوي!“

نتائي نيڻ پڙيل نيڻن سان چيو، ”گهر ۾ منڪي رکي اٿيئي، اُن ۾ کير وجهي وڃ.“

”نه، تون هل. مونکان اهو سڀ اڪيلي سر ڪونـه ٿيندو. تنهن ڪان سواءِ...“

”تنهن ڪان سواءِ ڇا؟“

”اُس ۾ آئي آهيان. مون کي تورو ساهه پٽڻو آهي.“

”نه گوپا، منهنجي گهر ۾ تنهنجو ائين وهڻ نيڪ نه آهي. لوڪ پڇار ڪندو.“

گوپا بت بڻجي نتائيءَ ڏانهن نهاريندي رهي.

ننائيءَ وري چيو، ”آرام ڪرڻ لاءِ تنهنجي پيءُ جو گهر پيو آهي. مان گهر ۾ اڪيلو تو رهان. دنيا ڪجهه چوي ته اُنکي ذوهه ڏيڻي نه سگهبو. تون پاڻ ئي ويچار ڪري ڏس نه، گوپا!“

چوندي چوندي ننائيءَ جي منهن تي بيوسيءَ جي مرڪ کيلڻ لڳي.

گوپا بنا ڪجهه ڪڇڻ جي اُتان هلي ويئي.

ننائي اُيو ساهه پري، بت بنيو وينو رهيو.

انهيءَ ريت ڏينهن گذرندا رهيا.

ننائي سڄو وقت اُداس بنيو وينو هوندو هو. هيئنئر هو اڳي جيان ڪونه ڳائيندو هو. گوپا اچا به ايندي هئي پر ننائيءَ سان رهاڻ ڪانه ڪندي هئي. ٽڪڙي ٽڪڙي ايندي هئي. منڪيءَ ۾ کير وجهي بنا ڪجهه ڪڇڻ جي ٽڪڙي ٽڪڙي موٽي ويندي هئي.

هڪ ڏينهن ننائيءَ چيس، ”تورو ترس.“

گوپا ٻڌو پر هوءَ ترسي ڪانه. صرف ڪن پل ننائيءَ ڏانهن نهاريائين، پوءِ وڃڻ لڳي.

ننائيءَ وري پڪاريو، ”تورو ترس گوپا. مونکي توسان ڪا ڳالهه ڪرڻي آهي.“

گوپا بيهي ويئي.

”هيڏانهن نهار.“

گوپا منهن ڦيري بيهي رهي. ننائيءَ جي اکين ۾ اوچتو

آنسو ڙري آيا. هن پٺي ورائي، هٿ سان اشارو ڪندي چيو، "نه ... ڪنهن ٻئي ڏينهن ٻڌائيندو سانءِ."

گوپا وڌيڪ ڪانه ترسي، هوءَ چپ چاپ هلي ويئي.

وري ڪيترا ڏينهن اڳي جيان ٽپري ويا. ٻنهي مان ڪنهن به ٻرڪ ڪانه ٻولي.

هڪڙي ڏينهن گوپا ڪير ڏئي چپ چاپ ويٺي رهي. ٿوري دير خاموش رهڻ بعد چيائين، "تنهن ڏينهن تو ڪجهه چوڻ ٿي چاهيو... پوءِ چيئه ڇو نه؟"

نتائي وراڻيو، "ٻڌائيندو سانءِ."

"نه ٻڌاءِ نه؟"

ٿوري دير چپ رهي نتائيءَ چيو، "ڪنهن ٻئي ڏينهن ٻڌائيندو سانءِ، گوپا!"

گوپا هنجي انهيءَ ڳالهه تي مشڪي ڏنو. هنجي اها مرڪ ڏسي نتائيءَ کان هڪ لنبي سرد آه پرجي ويئي. گوپا هڪدم منهن ورائي گهر مان ٻاهر نڪري ويئي.

نتائيءَ جي دل تان ڄڻ پهاڙ هٽي ويو. هينئر هن گوپا کي ڪجهه به چوڻ ضروري نٿي سمجهيو؛ هينئر هنکي ڪجهه نه چوڻئي بهتر هو...

بولتي تمي بولو تاڪو، اَمار موني ڪٿا تاڪوڪ موني،
دوُري تاڪو شڪي تاڪو، اَمي پوري مون...آڳوني!

(مان هينئر پنهنجي دل جي ڳالهه توکي نه ٻڌائيندس.

تون مونکان ٻُڌي رهه، شل سکي رهه. منهنجي
دل ۾ پلي آگ، جلندي رهي، پر اها اندر ئي دٻيل
پئي آهي.)

نتائي کيترو وقت اها کوتا ڳائيندو رهيو. اڄ هو دکي هوندي به راضي هو، خوش هو. چپن ۾ اها کوتا آلاپيندو هو بابو لوڪن جي باغ ڏانهن هليو. بابو لوڪن جي باغ ۾ هنجي کوتا جا کيترائي قدردان هئا. باغ جو هڪ هڪ وڻ هنجو شائق هو. کوتا ڳائڻ جو پهريون پيرو اڀياس هن انهيءَ باغ ۾ئي ڪيو هو. وڻ ٽڻ جڻ ميلي ۾ آيل ٻڌندڙ هئا. هن اُنهن کي پنهنجي کوتا ڳائي ٻڌائي هئي.

اڄ پڻ ان باغيچي ۾ پهچي هـن پنهنجي کوتا ڳائڻ شروع ڪئي...

*شاکي ٿاکو ترُولتا، شونو آمار مونير ڪٿا،*
*اِي بوکي جيکو ٿي بيٿا، بوجهه بوجهه اونو ماني!*

(اي ترول وڻ، توهين منهنجي من جي ڳالهه ٻڌي، منهنجا شاهد رهجو. پنهنجي دل جي دک جو حال مان صرف توهان کي ئي ٻڌائڻ ٿو چاهيان.)

ڳائڻ ختم ڪري هو چپ چاپ ويٺو رهيو. نه... هن

ريت زندگي ڪيئن ڪٽبي؟ هيئن دل ئي دل اندر ڪيستائين جلبو رهبو؟ صرف من جي آگ تہ ڪونهي؛ هتي تہ پيٽ جي باه بہ آهي ۽ اهائي وڏي زوردار باه آهي. ڏنڊو ڇٽي ويو، هڙ ۾ جيڪي هو سو سڀ خرچ ٿي چڪو. ڪوي ٻڌجڻ بعد هيئنئر وري مزوري ڪيئن ٿي سگهندي؟ بهتر آهي تہ هتان هليو وڃان.

اهڙي طرح هن دل ئي دل ۾ فيصلو ڪيو تہ سپاٽي چنڊي ماتا جي مندر ۾ وڃي آراڌنا ڪندس... ماتا! پنهنجي هن ڪم نصيب اولاد نتائيءَ کي تو ڪوي تہ بڻايو پر هنجي من جي دک ۽ پيٽ جي بک ڏانهن ڪوبہ ڌيان ڪونہ ڏنءِ. اُن جو تو کو پربند ڪونہ رکيو. هاڻي هو لاچار ٿي هتان وڃي ٿو. هنکي آگيا ڏي.

نتائيءَ کي ڏهڻا ڏينهن اڳي ٻڌل هڪ گيت ياد اچي ويو.

ودائي ڏي مان! ڦري آشي

(اي ماتا مونکي وڃڻ جي آگيا ڏي.)

اها تک وني هن اُن جون وڏيڪ تکون رچڻ شروع ڪيون...

ودائي ڏي مان! ڦري آشي
بولني ڪوتا بوک ڦاڻي مان، چوکير جولي باشي!

(اي ماتا مونکي وڇڻ جي آگيا ڏي. من جي
ڳالهه ٻڌائيندي منهنجو جگر ٿـو ڏري، اکين ۾
آب ڀرجي ٿو اچيم.)

ائين سوچيندو هـو گهر پهتو ۽ اُتـي بـه هو ٻت ٺهيو ڪيتري دير ويٺو رهيو، جو اوچتو راجا جي رڙين ۽ واڪن هنجي ڌيان ۾ ڀنگ وڌو. هو ڇرڪ ڀري اُٿي کڙو ٿيو.

راجا غصي ۾ ڀـرجي ڪنهن کي حڪم پئي ڏنـو،
"چپ رهه."

کـس بعد ئي هنجي پتنيءَ جو کهڙو آواز ٻڌڻ ۾ آيو، "ڇا نهه ڪنڌ ڪيڏانهن ٿـو ڪٽي وڃين؟ شرم حياءُ ڪجهه اٿيئي به، شرما! ذرا اکين ۾ ڏيد رکڻ ته سکه."

وڌيڪ ڪجهه ٻڌڻ ۾ ڪونه آيو. ٻڌڻ ۾ آيو صرف ڌڪن جو آواز ۽ زنانيون رڙيون ۽ واڪا. راجا بنا ڪجهه ڪڇڻ جي زال کي مار پئي ڏني. هن موت ۾ رڙيـون ۽ ڪوڪون پئي ڪيون.

ننائيءَ جـي دل ۾ نفرت ڀرجي ويئي. سوچيائين... اها چانهه بند ڪرڻ جڳائي.

ٿـورن منٽن بعد اُستاد! اُستاد! پڪاريندو راجا اچي پهتو. ننائيءَ اڳيان اڌ سير ڪنڊ ۽ اڌ پاءُ رکندي چيائين، "اُستاد! چانهه بنائو."

ننائيءَ سوچيو... راجا جي پتنيءَ جو ڏوه ڪونهي. سچ، هيڏو ظلم ڪير سهي سگهندو!

نتائي گنڀير نوع ۾ چيو، ”راڄن!“

راڄن جڻ نتائيءَ جو آواز ٻڌو ئي ڪونه. هو چپ چاپ هليو ويو. در وٽ پهچي هو رڙيون ڪري ڪنهن کي سڏ ڪرڻ لڳو: اي پائيو... هيڏانهن اچو... سڀ هيڏانهن هليا اچو.

نتائي تپرس ۾ پرجي ٻاهر نڪري آيو. ڏٺائين ته استرين پرشن جي هڪ ٽولي آيل آهي. ڍهل، باجا، ڪاٺ جون پينتيون، ٻيو مال جون ڳنڍڙيون، سامان جو ڪو پار ڪونه هو. استرين جو ويس به وچتر هو. پرشن جي مهانڊن تي به هڪ انوکي ڇاپ هئي. نتائي اُنهيءَ ڇاپ کان اڻواقف ڪونه هو.

”ڇانهه ڏيو، پائي ڇانهه ڏيو، مري ويا آهيون!“ اهي لفظ جنهن چيا سا هئي ته سيني جي پٺيان پر ٽوليءَ جي پيهند پئي هوءَ وڏي سيني جي اڳيان اچي بيٺي. پتليءَ گوري! اکڙيون به عجيب هيس... موکريون ۾ تلوار جي ڌار جهڙيون تيز! گوري ڇهري تي اهي ڪاجلي اکيون، ڪتوهل سان پريل ائين پئي ڦريون جڻ آڳ جي سفيد ميچ ۾ ٻن ڪارن ڀونئرن موت تي وڃڻ پائڻ لاءِ ترڀ پئي ڪيو.

راڄا هننکي نتائيءَ جي واقفيت ڏيندي چيو: هي آهي اسانجو اُستاد!

نتائي اڃا به حيرت ۾ پريو بيٺو هو. ٽوليءَ کي ڏسندي پئي سڃاڻي ويو هو ته هيءَ ناچ گان ڪندڙ منڊلي آهي.

پر اهي هتي ڪيئن پهتا آهن؟

راجا جڻ سمجهائي ڏيندي چيو، ”مون هننکي زوريءَ لاتو آهي. اڄ هتي جلسو ٿيندو، توکي ڳائڻو پوندو اُستاد!“

ڇوڪريءَ چپ چبا ڪندي چيو، ”هي آهي توهانجو اُستاد! اڙي باپ ري!“ ائين چئي هوءَ ٽهڪن ۾ اچي ڇٽڪي.

هنجي انهيءَ ڪل هنجو سڄو سرير لرزش ۾ اچي ويو. ڇوڪريءَ صرف وات سان نٿي کليو، پر هنجي سڄي سرير، سرير جي هرانگ، ٿي کليو ۽ اهو کلڻ بـہ کهڙو! انسان کي چيري، ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڌوڙ ۾ ملائي ڇڏي ... اهڙو!

پاڻيءَ ۾ تلوار سان گهاءُ ڪجي تـہ جئن ڪن لاءِ هڪ ريکا جو ڇهن ٿئي، پر اک ڇنڀ ۾ اهو وري مٽجي وڃي ۽ پاڻيءَ اندر تلوار جو بڏل حصو غائب ٿي وڃي، ساڳيءَ طرح نتائيءَ بہ هڪ غمگين مرڪ مشڪي... ۽ هنجي انهيءَ مسڪراهٽ ۾، پتلي لنبي جسم واري ڇوڪريءَ جي منهن تان، تلوار جي ڌار مثل تيز هنجي کل بہ، نہ معلوم ڇا ۾ سمائجي گم ٿي ويئي. اُداسي سياهءَ واري نتائيءَ جي ان غمگين مسڪراهٽ جي نمرتا ۾ ڪا اهڙي سخت چيز هئي ڪا نہ جنهن تي وار ڪري اُنکي ڪپي سگهجي. ڇوڪري بہ عجيب هئي! اک ڇنڀ ۾ ئي کل بند ڪري گنڀير ٿي هوءَ وڌيڪ تيز بڻجي ويئي؛ گويا تلوار پاڻيءَ ۾ ڏوبجي، صفا ٿي چلڪات ڪڍڻ لڳي.

پر هوءَ اڃا ڪجهه چوي، تنهن کان اڳيئي ننائيءَ سيٺي جي مرحبا ڪندي چيو، "اچو... اچو! پڌار جو!"

ننائي گهر ڏانهن اڳتي وڌيو، ٻيا سيٺيئي هنجي پنيان هليا. ننائيءَ جو گهر ريلوي مزورن جي بئرڪ ۾ هو. جڏهن ريلوي لائين پئي نهي تڏهن هتي انجنيري ويڀاڳ جو وڏو دفتر هو ۽ اُنهيءَ وقت جي تقاضائن پٽاندڙ ئي اُها جاءِ نهرائي ويئي هئي، پر هينئر اُها خالي پيئي هئي. جاءِ جي اوساري پڪي ٽيل هئي. آڳند ۾ پڻ پڪو سيمينٽ جو فرش ٻڌل هو. ٽوليءَ انهيءَ آڳند ۾ئي اچي ڏابو ڪيو.

اها ٽولي فاحش ناچ گان ڪندڙن جي هئي. گهڻو سمو اڳي * جهمر هڪ نرالي قسم جي ڪلا هئي، مگر هينئر اها گهٽ ذات جي وٿيائن، ڳائيندڙن ۽ سازيندڙن تائين محدود رهجي ويئي هئي. اڄ هتي، سڀاڻ هتي. اهي نت نئون سڄ سنئون ڦرندا رهندا هئا. وڻ هيٺ ڏابو ڪندا هئا. ڪير سڏ نه ڪري ته به سنجها بعد رستي جي ڀر ۾ منزل هڻي پنهنجو ڳائڻ وڄائڻ شروع ڪري ڇڏيندا هئا... ڇوڪريون نچنديون ڳائينديون هيون، اڪثر گندا فاحش گانا! جنهن گند تي مکيون گڏ ٿين ٿيون ان گندي ناچ گاني جي پڻ محفل مچندي هئي. پنج پئسا گڏ ٿي ويندا هئا. ڇوڪرين جي جسم جو واپار به هلندو هو.

ائين نه هو ته هنن ڪي صرف گندا گانائي پاءِ پوندا

---

* بنگال ۾ ديهاتي ناچ ۽ ڳائڻ ڪلا جو هڪ نمونو.

هئا. پراڻن جون ڪي آڪاڻيون ۽ درشانت به هنن کي وڻندا هئا. ٻڌندڙ ملندا هئا ته انهن جو پڻ رنگ لڳندو هو. ڳائيندڙن وڄائيندڙن ۾ ننائيءَ جهڙا هڪ ٻه ڪوي ٻه هئا. وقت ايندو هو ته ڪوٺا جي ڇناپيٽيءَ ۾ پڻ پاڳ، وڻندا هئا ۽ ڪڏهن وجهه ملي ويندو هون ته ننائيءَ جيان ٻه چار پنهنجون ڪوتائون به رچي ڇڏيندا هئا. جيڪي روز وڻ هيٺ يا رستي جي پير ۾، ڊڊڙ ۾ زندگي گذارڻ وارا هجن تن کي جيڪڏهن رات گذارڻ لاءِ پڪي فرش وارو آڳنڊ ملي ته خوش ڪيئن نه ٿيندا! زمين تي ٽال پٽريون پٿاري سيئي ويهي ويا. هوءَ پتلي ڇوڪري ته سيمينٽ واري ٿلهي تي ٻ ڳهي تي سمهي پيئي. سمهندي ئي هنجي زبان مان نڪتو... آه! هنجي ان هڪ لفظ ۾ ٻه بيحد ٿڪ سمايل هو، بيحد دک ۽ پيڙا سمايل هئي. گويا هن لاءِ زندگي اُٿسهه ڀڃي ويئي هئي.

”راڌا!“ زالن ۾ هڪڙي ٻڍي هئي جا هن ٽوليءَ جي مهندارڻ هئي، سڌ اُنهيءَ ٻڍيءَ ڪيو.

”راڌا، تپ ۾ هيئن ٿڌي زمين تي ڪيئن ٿي سمهين؟ اُٿ... اُٿ!“

ڇوڪريءَ جو نالو هو راڌا!

راڌا ٻڍيءَ جي ان ڳالهه جو ڪو به جواب نه ڏنو. هن جڻ ڳلي مان زوريءَ آواز ڪڍندي چيو، ”ڪيڏانهن ويو توهانجو اهو اُستاد يا قستاد! چئوس، جلدي چانهه ڏي!“

ننائيءَ اڳيئي چانهه لاءِ پاڻي ٽهڪڻ رکيو هو. ڇيائين،

”بس، پنج منٽ صبر ڪر. ڀر توکي ٻڌائي آهي ته هيئن تڏهن ڇو سمهي پيئي آهين؟ هينئن وڃائڻ لاءِ ڪجهه ڏيان؟ گودڙي؟“

راڌا جون اکيون بند هيون ۽ هوءَ اُهي ڪولڻ ڪانسواءِ ٺهڪ ڏيئي کلڻ لڳي. چيائين، ”او...هو! واري ڙي منهنجا مجنون! محبت ته تو ۾ ڪوٽان ڪوٽ ڀري پئي آهي. ڏسجي ڪيئن؟“

منڊليءَ جا سڀيئي ٺهڪ ڏيئي کلڻ لڳا.

گوپا وارو نئون پيالو ڪيڏي، اُن ۾ چانهه ڀري راڌا کي ڏيندي، ننائيءَ چيو، ”ڏسي سنڀالي پيءُ. چانهه ۾ پريم نگر جو ڪاهڻ ملايل آهي.“

ننائي رسڪنا جو شيدائي هو. سو راڌا جهڙي رسڪنا ڀري ساٿڻ سان ملنديئي هو جڻ پاڳل ٿي ويو هو.

چانهه ڏسنديئي راڌا اُئين سڌي ٿي ويٺي هئي گويا صدين جي سڪايل هئي. چانهه جو پيالو وٺي، موڙو ڏيئي، ننائيءَ ڏانهن نهاري مشڪي چيائين، ”چا تو چوين؟ پريم نگر جو ڪاهڻ! اينري ۾؟“

پيءُ سيئي کي چانهه ڏيندي، ننائي ڳائڻ لڳو...

پريم ٻوڙي ڏيئي ٻاڏ تي نارليم هاءِ!
چندر ٻولي شڏور شهمير مک چاندي
آرڪي اُپايه برندي، ايئي ٻار ايني ڏي! ايني ڏي!
ٻوشيڪرن لنا! ٻاڏ ٻو چاندي! پريم ٻوڙي ...

(تنهنجي چند رما جهڙي سندر مکڙي کي پريم
جي ڏوريءَ سان ٻڌڻ ٿو چاهيان، پر منهنجي
ڏوري ڪٿي ٿي پوي. هاڻي ڇا ڪريان؟
اڙي ڪير وڃي وسيڪرڻ لتا ڪٿي اچي ته
ته مان اُن سان هنکي مضبوط ڪري ٻڌان.)

اها ڪوتا نتائيءَ جي رچيل ڪانه هئي. اها نتائيءَ جي آدرشي ڪويءَ تارڻ منڊل جي جوڙيل هئي. پر نتائيءَ کي هميشه ڪنٺ هوندي هئي.

انهيءَ ناچ گاني جي منڊليءَ جون سيئي ڇوڪريون سماج جي نيچ ۾ نيچ طبقي مان آيل هيون. هنن کي لکڻ پڙهڻ جي ڪابه سکيا ڪانه ملي هئي، مگر سنگيت جو جيڪو ٿورو گهڻو اڀياس هنن ڪيو هو، تنهن منجهن ڪي عجيب سنسڪار ڀريا هئا. چناپيٽين ۾ گيتن جو آمهون سامهون جواب ڏيندي، هنن کي پراڻن جي ڪافي ڄاڻ ٿي ويئي هئي. ڪو حوالو ڪٿي ڪير مذاق ڪندو هو يا اڳلي تي گندي چٽربازي ٿيندي هئي ته هو هڪدم سمجهي وينديون هيون، انجو آنند ماڻي سگهنديون هيون. انهيءَ ڪري نتائيءَ جي گيت جو ارٿ راڌا يڪدم سمجهي ويئي. هنجون اکڙيون تلوار جي تيز ڌار جيان تجلا ڇڏڻ لڳيون.

پر ٻيءَ پلڪ ۾ ئي هوءَ ڪنڌ جهڪائي ڇانهه پيئڻ لڳي.

هڪ مڙساڙوءَ چيو: واه اُستاد واه!

هوءَ ... هوءَ! هڪ ڇوڪريءَ سر وڻايو. ڳائي ته ڏاڍو سندر ٿو.

ننائيءَ جي گيت جو اندروني ارٿ نه فقط راڌا، پر ٽوليءَ جون سڀ ڇوڪريون سمجهي ويئون.

سو بي ڇوڪري ڳائي اُٿي ...

او نو جهارا ڪالو ڪوئلا، آگو تاٿي د يپي د يپي!

(چلهه واري رکه کي ڦولهي ڏسو ته اندر پرڪندڙ آگه لڪل ملندو ...)

اهڙي جو سيڪي ڇڏي!

پڇيءَ مهندارڻ منصف جيان مرڪي چيو، ”توهان سڀني هارايو، توهين جواب ڏيئي نه سگهيون.“

راڌا ڪوبه ورندو جواب نه ڏنو. چانهه ختم ڪري، پيالو پٽ ۾ رکي، وري زمين تي سڌي ٿي سمهي پيئي.

نيڪ اُنهيءَ وقت راجا موٽي آيو. هنجي پنهي هٿن ۾ بغل ۾ ڪجهه سيڌو هو. فوجي مزاج واري راجا، سڀني کي حڪم ڏيندي چتايو ته ٻاهر ورڻ هيٺان جڳهه صاف ٿي ويئي آهي، هاڻي کاڌي پيتي جو پربند ڪريو.

ننائيءَ راجا کان ڪن ۾ سوال ڪيو: راڄن ٿون هيڏو خرچ پيو ڪرين سو سڀ ...؟

هڪڙو نہ راجا ڪي ايترو وقت ڪونہ هو بيو تہ هن دنيا کان ڪجهہ بہ لڪائڻ نٿي چاهيو، سو هن نتائي جي ڳالهہ ڪئي اڌ ۾ ئي ڪپي پنهنجي سياويڪ وڏي آواز ۾ چيو: سڀ ٺيڪ آهي پائي، سڀ ٺيڪ آهي. ويٺي ماما اَٺ آنہ، ڪوئلن واري آنو، سيڊي واري اَٺ آنہ، اسٽيشن ماسٽر صاحب چار آنہ، گدام صاحب چار آنہ، گارڊ صاحب چار آنہ، مال گاڏيءَ جو ڊرائيور اَٺ آنہ ۽ منهنجو پنهنجو هڪ روپيو. هاڻي مـلائي ڪٽي ڏس تہ گهڻو ٿيو! روپيہ تنهنجو ۽ اڍائي روپيہ ٽوليءَ وارن جا، ٻارهين آني جا چانور ۽ دال. بس... سڀ ڪم راس ٿي ويو. ائين چوندو چوندو راڄن هليو ويو.

نتائي وڻ هيٺ اچي ويٺو. پنڪندڙ ٽوليءَ تنهن وچ ۾ پنهنجي سياويڪ ڦرتيءَ ۽ عقل سان پنهنجي دنيا وسائي ڇڏي هئي. چلها ٺهي ويا هئا ۽ باھ ٻري چڪي هئي. هڪڙي ڇوڪريءَ چانور پئي صفا ڪيا ۽ ٻيءَ سبزي پئي ڪٽي. ٽوليءَ جي مهندارڻ ٻڍي چلهہ ڀرسان ويٺي نڪر جي هڪ هانڊي پئي صفا ڪئي. مردن سر ۾ تيل پئي وڌو، استريون سنان پاڻي ڪري گهر گرهستيءَ جي استرين جهڙيون بڻجي ويٺيون هيون. سينڌي جا ڪليل آلا وار سندن پٺين تي پئي لٽڪيا.

اُنهن ۾ نہ هئي، نہ صرف هوءَ پتلي تلوار جي ڌار جهڙي ڇوڪري ڪانہ هئي!

نتائيءَ کي ڏسي ٻڍيءَ هنجو عزت ڀريو آدر ڪندي چيو، ”اچ بابا، ويهه!“

ڪيترا مرد به هڪ ئي وقت چئي اُٿيا، ”اڙي توهين ٻيئنا چو آهيو، اچي ويهو نه.“

چلهه ۾ ٻنبڙي وجهندي ٻڍيءَ چيو، ”اسانجي بابا جو گلو تمام سريلو آهي!“

پوءِ نتائيءَ ڏانهن نهاري اُٽلڪو مرڪي چيائين، ”هن پيشي ۾ئي رهندين نه بابا؟ يا ٻيو ڪو ڌنڌو به ڪرڻو اٿيئي؟ هي پيشو به ڪرڻو اٿيئي؟“

”دل ته هن پيشي ۾ئي رهڻ جي آهي.“

”شادي ڪئي اٿيئي؟ گهر ۾ ڪير ڪير اٿيئي؟“

”شادي؟“ نتائي کلڻ لڳو. چيائين، ”گهر ۾ ماءُ آهي، پيڻ آهي، اُهي ٻئي گڏ رهنديون آهن. مان اڪيلو رهندو آهيان.“

”ته اسانجي منڊليءَ ۾ شامل ٿي وڃ نه!“

نتائيءَ اُنجو ترت جواب ڏيئي نه سگهيو. ”ها“ چوندي چوندي هنکي راجا جي يادگيري اچي ويئي. چمپاڪليءَ جهڙي ڪومل، نازڪ پتلي هوءَ گويا ياد اچي ويئي.

هن ڪو به جواب نه ڏنو.

ٿوري دير انتظار ڪرڻ بعد ٻڍيءَ وري چيو، ”ڇئي ڏي نه بابا؟“

”بابا ويچار ٻيو ڪري پنهنجي من جي مالڪ جو؟“ ڀنڀيان آواز آيو ٿهڪن ڀريل.

نتائيءَ پٺ ورائي ڏٺو ته راڌا سنان پاڻي ڪري آلن ڪپڙن ۾ بيٺي هئي. هن جي وسترن مان اڃا پاڻيءَ جون بوندون پئي ڳريون.

نتائي دنگ رهجي ويو.

”ڏٺءِ نه! وسيڪرڻ لتا سان ڪيئن ٻڌجي وئين؟“

نتائيءَ پاڻ سنڀالي سوال ڪيو، ”توکي بخار هو نه، پوءِ به وڃي سنان ڪيءِ؟“

”بخار ڪِي ڏوئي ڇڏيم. هي ته چندراوليءَ جو پريم بخار هو نه!“ چوندي چوندي راڌا وري ٺهڪ ڏيئي کلڻ لڳي. آلن ڪپڙن وچمان نظر ايندڙ هن جي سرير جي انگ انگ پڻ کليو ٿي.

نتائي شرمائجي ويو.

ٻڌيءَ چيو، ”سچ ٿو چوين، راڌا! آلا ڪپڙا بدلائي وٺ. تون شايد ڪنهن ڏينهن انهن ئي پران ڏيندينءَ!“

راڌا کلي چيو، ”نه رستي جي پرواري ڪڏهن اُڇلي ڇڏجانم! انهيءَ ڏپ سبب مان سنان ڪرڻ کان ڪانه رهنديس. سنان نه ڪريان ته... او امان! سرير ۾ ڪيڏي بدبوءِ ٿي رهي!“

هڪ ڇوڪريءَ وچم هلڪو کلي چيو، ”زلف وسيڪرڻ لتائون آهن، انهن جو نه ٿي چوين؟“

راڌا هٿن سان وارن جو پاڻي ڇنڊ ڀندي چيو، ”مونکي پنهنجن زلفن سان گراهڪن جا چرڻ صفا ڪرڻا ڪونه پوندا آهن، سمجهئين؟“

هنن انسانن جو ڏنڌ وئي جسم وڪڻڻ جو هو، مگر

ناريءَ جو سياڻي اهڙو آهي جو ڪنهن پرش جي پريم جي آسري بنا هوءَ جڳ ۾ جي ڪانہ سگهي. انهيءَ ڪارڻ ئي منڊليءَ جي سيني استرين، منڊليءَ جي پرشن مان ڪنهن نہ ڪنهن کي پنهنجو پريمي بنائي ڇڏيو هو. ان سنبنڌ ۾ مان ايمان، رسڻ پرچڻ، لاڏ پيار ... هر احساس کي جاءِ هوندي هئي.

مگر راڌا اڃا پنهنجو پريمي نہ چونڊيو هو. هنجي اڃا ڪنهن ۾ اک نہ ٻڏي. ڪڏهن ڪڏهن سندس روشن شمع تي ڪو پتنگ جيان ڇڪجي ايندو هو تہ هنجي تيز ڌار تي نہ صرف هنجا پنک، پر هنجي دل بہ چيرجي ويندي هئي. راڌا انهيءَ ڪارڻ ئي ٽوليءَ جي اُن ساٿڻ ڇوڪريءَ کي اهڙو جواب ڏنو هو. بس ذري گهٽ وڏو جهڳڙو مچي ويو. ٻي ڇوڪري چوٽ کائي نانگڻ جيان ڦڻ ڪيڏي ڦوڪارڻ لڳي، مگر منڊليءَ جي مهندارڻ ٻڍيءَ وچ پئي سڀ ڳالهہ ڦيرائي ڇڏي.

هن ڪلي چيو، ”اڙي راڌا، ذرا ڏس تہ سهين. اسانجو هي اُستاد توکي پسند پوي ٿو يا نہ!“

پر ٻڍي اهو جملو پورو ڪري تنهن کان اڳيئي اُنجا لفظ راڌا جي ٽهڪن ۾ ٻڏجي ويا.

نتائيءَ جو سڄو سرير ٻگهرجي ويو.

ٻڍيءَ هيئنئر راڌا کي ڌمڪائيندي چيو، ”مار پوئي! هيڏي ڪل ڇاجي لڳائي اٿيئي؟“

راڌا کل بند ڪري چيو، "تون ڪا نہ مئينءَ ماسي! ميس مان."

"سو ڪيئن؟"

"او مان! هي ڪارو بدصورت!... امان ڙي!"
سيٺيءَ چپ تي ويا.

راڌا وري ڪلي چيو، "ماسي! هنجو ڪارو سرير ڪٽي ڇڏي وينم تہ مان بہ سڄي ڪاري تي ويندي س."

ءَ هوءَ منهن بگاڙي ڪڏڻ لڳي. وري چيائين، "وڃان، ڪپڙا بدلائي اچان. نمونيا تي پوندي تہ شيوا چاڪري ڪرڻ وارو ڪير ويٺو آهيان!"

ءَ هوءَ چيلهہ لچڪائيندي هلي وئي.

هڪ ڇوڪريءَ چيو، "سڄ مر بن! ڦاٽي مر بن!"

ٻيءَ اُن ڇوڪريءَ کي ڌمڪائيندي چيو، "بس ڪر ناسوئي. جهڳڙو ڪرڻو آهيئي ڇا؟"

مگر اها ڇوڪري چپ ڪا نہ رهي. هوءَ ڏيري ڏبري ڇپن ۾ پڻ پڻ ڪندي رهي.

ٻيءَ وري ڳالهہ ڇيڙي، "ڇوان تي... پٽ ٻڌين تو؟"

"مونکي تا ڇٺو؟"

"ها، مان توکي پٽ ڪري سڏيندي س. پيا سيٺيءَ توکي اُستاد سڏيندا. خراب تہ ڪونہ تو لڳيئي، ڇا؟"

"نہ نہ. خراب ڇو لڳندو؟"

"تہ ڇا تو ڇوين؟ هن پيشي ۾ئي رهڻو آهيئي تہ اسانجي ٽوليءَ ۾ شامل ٿي وڃ نہ."

”نہ.“ نتائيءَ جي آواز ۾ ڊريل هئي.
وڏيڪ ڳالھ ڪانہ ھلي.

نتائي اُٿيو. چيائين، ”مونکي بہ رسوئي وغيره ڪرڻي آهي.“

”اي... ڪولسا رتن!“ راڌا جو آواز آيو. نتائيءَ وري منھن ورائي نھاريو... راڌا پنھنجا لنبا ڪارا ڪيس ڇنڊي پٺي سڪايا. هنجي زلفن ۾ سينڌ جي استان تي لال سنڌور پئي چلڪيو. بدن تي ڪنار واري ڳاڙهي ساڙهي اوڍيل هيس.

راڌا کلي چيو، ”مون تنھنجو نالو * ڪولسا رتن رکيو آهي. يا ڪارو رتن وڌيڪ وڻندءِ؟“

ائين چئي هن هٿ جوڙي نتائيءَ کي پرنام ڪيو.

نتائيءَ کلي وراڻيو، ”ڀلي ڀلي. انھيءَ ۾ ڇا آهي؟ ڪيھڙو رتن سڏيندينءَ تہ بہ مونکي اعتراض ڪونهي.“

”ڪوئلو بہ گندو ٿي ٿيندو آهي نہ! ڇگو هيئنر منھنجو هڪ ڪم ڪندين؟“ راڌا جي التجا ۾ بہ آتم وشواس هو نہ اُها اڪيارتي ڪانہ ويندي.

”ڇو، ڪهڙو ڪم آهي؟“

”ٽڪي جي مڇي وٺي ايندين؟ مونکي مڇيءَ ڪانسواءِ چانور وڻن ئي ڪونہ. وٺي ايندين نہ؟“

”پئسا ڏي.“ ائين چئي نتائيءَ پنھنجو هٿ اڳتي

* ڪولسا = ڪوئلو.

وڌايو. مگر راڌا جڏهن پنهنجا ڏيڻ لاءِ هٿ اڳتي ڪيو ته هن
پنهنجو هٿ واپس هٽائي ورتو. چيائين، "لڳيج نه! لڳيج نه!"

"ڇو؟ سنان ڪرڻو پوندءِ."

راڌا جي چپن جي وچواري ريکا، ڪشيل ڪمان جيان
وري ويئي.

نتائيءَ کلي چيو، "ڪوئلي جو داغ لڳي ويندو تنهنجي
گورن هٿن کي."

راڌا جي هٿن مان پنهنجا ازخود نتائيءَ جي هٿن ۾ ڪري
پيا. لبن واري ڪمان جي ڪشيل ڏوري هڪدم ٽٽي
پيئي. هنجي لبن جي ڪنڊن وٽ زبردست ڏڪ ڏڪ
مچي ويئي. مگر ڪن پل ۾ اُها ڏڪ ڏڪ مٺي مرڪ بڻجي
ويئي. نتائيءَ کي ويچار آيو ته هيءَ ڇوڪري به جنهن هن
آکاڻيءَ ۾ ذڪر ايندو آهي، اهڙي ئي مايا روپي آهي...
دشمن نانگ هجي هوءَ ته نوڙ بڻجي پوي. دشمن ٻلي هجي
ته هوءَ واگهه جو روپ اختيار ڪري. راڌا جو رودن به
ائين اک ڇنڀ ۾ مرڪ ۾ بدلجي ويو!

مڇي بازار ڏانهن ويندي ويندي نتائيءَ جي من اندر
سنگيت جو ساگر ڇولون مارڻ لڳو. نئون گيت نهرڻ لڳو.
من ۾ سوچيندي سوچيندي نتائي هن ڇوڪريءَ لاءِ
تشبيهه ڳولي ڪڍي. پوءِ گن گن ڪندو هو ڳائڻ لڳو...

او... او...

آها...

راڳا ٻورون شمول ڦولي
ٻاهار شار!

(آها! لال شمول ڦول جهڙي سندر!)

سنجها جو خوب ڌام ڌوم سان جلسو ٿيو. راڄا فوجي سينا پتيءَ جيتري جفاڪشي ڪئي ۽ ويرداس راڄ آسن تي براجمان ٿيو. ويچارو دم جي تڪليف ڪري لاچار هو، مگر اُنجي ڪسر هن پنهنجي رڙين سان پوري ڪئي. هنجي اُنهن رڙين مان چڱوئي فائدو ٿيو. موديءَ ۽ ڪوئلن واري ويرداس جي وچن ٻاڻ جي خوف کان فراسيون ۽ ڳوٽيون ڪيڏي ڏنيون. ويٺي ماما پنهنجي پيٽروميڪس بتي ڪڍي آيو ۽ گهران گاسليٽ وجهي اُها جلائي روشن ڪري ڏنائين. ماٺهن جي پيڙ ۾ گهٽ ڪانه ٿي. نتڙ ڇا پينل سڪر ماٺهو برابر شريڪ ڪونه ٿيا، باقي دڪاندار درا پتاشڪتيءَ ٿهي نڪي آيا. هيٺئين درجي وارن جو ته شمار ئي ڪونه هو. جلسو راڳ ناچ جو هو. پتائيءَ فيصلو ڪيو هو ته منڊليءَ جي ڪويءَ سان ڊونڊو مقابلو يعني سنگيت جي چٽاپيٽي ڪجي. هنن منڊلين ۾ اڪثر ڪوا ڪو موت ڏيندڙ ڪوي ٿيندوئي آهي، جو آزاد طرح ڪجهه ڪري ۽ سگهڻ سبب، اهڙي ڪنهن ٽوليءَ ۾ شامل ٿي ويندو آهي ۽ ڪڏهن ڪنهن ڳوٺ ۾ ٻه منڊليون هڪ وقت اچي سهڙن، ته ٻنهي وچ ۾ چٽاپيٽي لڳي ويندي آهي.

ميلي ۾ ناچ ڳائي سان گڏ سنگيت جي چٽاڀيٽي به هجي ته ڏاڍو رنگ لائيندي آهي.

هن ٽوليءَ ۾ پڻ اهڙو هڪ ڪوي هو، مگر اڄ هو ٽوليءَ سان گڏ ڪونه آيو هو. ڪنهن ڪم سانگي پنيان رهجي ويو هو. هو هجي ها ته ٽنائيءَ سان سٺي ڇڪري ڪائي ها.

ڪويءَ جي غير حاضريءَ ۾ ٽوليءَ صرف ناچ ۽ راڳ جوئي جلسو ڪيو. ڍولڪ، طبلا هارمونيم ۽ هڪ سارنگي کڻي منڊليءَ جو جلسو شروع ٿيو. مردن جي تيلي وارن چمڪاٽ پئي ڪيا ۽ بدن تي ميرا ڪپڙا هئن. استرين کي ڳلتي زيور ... جهمڪ، مالهائون، ڪنڻيون، ڪنگڻ، منڊيون پازيب ۽ سستي ڪپڙي جون جهوني فئشن جون چوليون ۽ رنگين ساڙهيون پيل هيون. وارن جي سينگار ۾ نئين فئشن جي نقل ڪرڻ جي ويرٿ ڪوشش ڪيل هئي. چپن ۽ ڳلن تي لالائي لڳايل هئي ۽ اُن مٿان سستي پائوڊر ۽ سستي ڪريم جو ليپو لڳل هو. پير اُگهاڙا ۽ هٿ لال رڱيل هئن.

مگر ڳوٺاڻا اهو سڀ ڏسي دنگ رهجي ويا. ڇوڪرين ۾ هڪ راڌا ئي سڀني کي ڪشش ٿي ڪئي. هوءَ سچ پچ هئي به حسين. ڪوي ٽنائي چرڻ سفيد ڌوتي اوڍي ڪلهن تي سفيد چادر ويڙهي منڊليءَ سان گڏ ويٺو هو. هنجي چهري تي فخر ڀري مرڪ هئي. هن منڊليءَ ۾ هنجو خاص پد هو. هو ڪوي هو!

راڳ شروع ٿيو. گڏوگڏ ناچ به پئي ٿيو. پهرين ڇوڪرين

تک تي ڳائي، پوءِ وري ٻين اها تک ٽِي ونائي ۽ جڏهن ٻين ڳايو تي تڏهن ڇوڪرين ناچ تي ڪيو. ٻڍي پاڻن جو ڊ ٻلو ڪٽي سيني جي وچ ويٺي هئي.

هن ننائيءَ کي چيو ”تون به هنن سان گڏ ڳاءِ نه!“
ننائيءَ صرف مرڪيو، ٻين سان سر ڪونه ملايائين.
پهرين گيت ختم ٿيڻ بعد ڇوڪريون آرام ڪرڻ ويٺيون اُنهيءَ وقت ننائي اُٿي کڙو ٿي ويو. ڪويءَ جي اُڏا ٻاڻ هن چادر چيلهه سان ٻڌي. پوءِ هٿ جوڙي چيائين،
”منهنجي هڪ وينتي آهي.“

هر طرف پڙ پڙ ٿيڻ لڳي.
”هي وري ڪهڙي مسخري ٿو ڪري؟“
”ويهه... ويهه!“
”اي... ننائي!“

هڪڙي رسڪ نه ائين به چئي ڏنو، ”ميُون منڊائي اچ! ساڙهي پائي اچ!“

اوچتو راجا جي گرجنا ڀي جنهن سيني آوازن کي دٻائي ڇڏيو.

ويرداس پڻ ٿانگ جهڙي ٺوڪ ڏني. سڀ چپ ٿي ويا.

ٿوڙاڙي خاموشي آيل ڏسي ننائيءَ چيو، ”مان توهان جي اڳيان پنهنجي هڪ ڪونا ڳائيندس.“
راجا اُنني چيو ”ها... اُستاد، ها!“

ٽنائي شروع ڪيو. ڏائو هٿ ڪن تي رکي، ساڄو
هٿ اڳيان ڦهلائي ذرا ڪنڌ جهڪائي هن ڳائڻ شروع ڪيو...
آ ... آ ...

راڳا بورون شمول ڦولير باهار شار ...
اوڳو شوکي باهار د يکي جا!

(لال شمول ڦول کهڙو نہ سندر آهي! پر توهين
صرف اُنجي باهرين ڀپڪيدار سونهن تي ئي پنهنجي
نہ وجهو... شمول ڦول صرف ڏسڻ جو سهڻو ٿيندو
آهي. اُن ۾ ذري بہ سڳنڌ ڪانہ ٿيندي آهي.)

هن هڪ دفعو اهي ٽکون ڳائي پوريون ڪيون ۽ پوء
هٿ جي ٿاريء سان ٽال ٻڌائيندي هن چيو... وجاء طبلچي!
ٽنائيء وري شروع ڪيو...

شودور راڳا چوٽا، موڌو ٽائي ايڪ فوٽا،
ڳاڇي الڳي، ڪانٽا ڪڙو ڏار،
مون ڀمرا جاشني پاشي ٽار!

(رنگ نہ اٿس، روپ نہ اٿس پر ماکيء رس جي
هڪ بوند بہ منجهس ڪانهي. تنهن ڪري اي
ڀونئرو من! تون اُن پنيان ڇو پيو ڦرين؟ پاڻ کي

اڄايو ڀڪائين ڇو ٿو؟ ننائيءَ جو اشارو راڻا ڏانهن آهي.)

راڄا واه واه ڪري اُٿيو.
وپرداس به داد ڏنو: بهت اَڇا!
ويٺي ماما چيو: خوب! خوب!
ها ٻيا لوڪ به واه واه ڪرڻ لڳا.
ننائي اُتساه ۾ پرڄي ڏيري ڏيري نچڻ لڳو.

ننائيءَ جو گلو ته اڳيئي سريلو هو. ٻڌندڙ مُهو ٿي ٻڌندا رهيا. ننائي چوڌاري نظر ڦيرائي، هنجي منهن تي اَڪيلڪي مرڪ هئي. راڄا جي ڀنيان هنجي پتني ويٺي هئي ۽ هنجي پاسي ۾ گوپا ويٺي هئي. هن شرڌا ڀريل نگاهن سان ننائيءَ ڏانهن پئي ڏٺو. ننائي ڪن لاءِ پنهنجي ڪوتا، پنهنجو ڳائڻ سڀ ڀلجي ويو. پاڻ گوپا ڏانهن بيپرواهي ڏيکاري هئائين پر گوپا ڏانهس بيرخيءَ جو اظهار نه ڪيو. هنجي عزت ۽ ڪاميابيءَ ۾ ڀاڱو وٺڻ لاءِ هوءَ اُتي به حاضر هئي.

ننائيءَ هڪ اُيو ساه پريو.

منڊليءَ جي طبلچيءَ کي وجهه ملي ويو. ٻڌن سڀني سڀيا کي ٻڌائڻ سانگي چيو: ڏسو... تال تان ڦري ويو.

ننائي اک ڇنڀ ۾ هوش ۾ اچي ويو. طبلچيءَ جا اهي اکر ٻڌندي ئي هن وري پنهنجي ڪوتا ڳائڻ شروع ڪئي...

قول ڏوري نا، ڏوري تلو،
چالير بدلي چلو!

(شمول وٽ قل نہ ڈئي کو نہ. گل ۾ بہ سگھٽو پور
تئيس جنهن ۾ نہ تئي سگھند، نہ تئي ماکي.)

۽ هو تاري وڄائي نچڻ لڳو. ٻي تک رچڻ لاءِ ئـي
هنجي اها رمز هئي.
نچندي نچندي هن پنيان منډليءَ طرف، نهاريو.
منډليءَ جي ٻين سينئي چوکرين، چپن اندر کل دٻائڻ جي
ڪوشش پئي ڪئي، صرف راڌا جون اکيون تلوار جي تيز
ڌار جيان پئي چمڪيون.
نتائي اُنهن اکين ڏانهن نهاري پنهنجو گيت اڳتي هلايو...

قول ڏوري نا، ڏوري تلو،
چاليرِ بدلي چلو...
ڦوليرِ ڍؤري شيئي شمول اويڪالو
مالا هلو گولار!

(شمول گل ۾ سگھند برابر ڪانهي، ماکي برابر ڪانهي
تڏهن بہ انهن گلن جي مالها ضرور نهندي آهي
۽ ڪنهن جي گليءِ جي سونهن ٻڻجندي آهي.)

نتائيءَ سان نگاهون ملائڻ بدران راڌا اُتي ڪري ٿي. هن
ٻڌيءَ کي چيو، "ماسي، مان وڃان ٿي."
"ڪيڏانهن؟"

"ڄڳهه ڀي. مونکي ننڊ ٿي اچي."

"ننڊ ٿي اچيئي؟"

"ها."

"ڇري ٿي آهين ڇا؟ ويهه."

"نه، مان اڄ ڪانه ڳائيندس. جتي باندر نچندا هجن اُتي مان ڪانه ڇندس."

اها ڳالهه ٻولهه وڏي آواز ٿي رهي هئي. نتائي-هڪدم چپ ٿي ويو. هيئنر سيا مان به آواز آيا ... اي ... اي. تون بند ڪر.

راجا کي وري غصو وٺي ويو. اُتي ٻيهي چيائين، "ڇاهي؟"

راڌا کوبه جواب نه ڏنو. فقط موڙو ڏيئي، نفرت ڀريو نهاري هوءَ سيا مان وڃڻ لاءِ اٿڻي وڌي. چؤطرف شور مچي ويو. ڪي نتائيءَ لي ڪاوڙجي هن کي حرف پڙهڻ لڳا ته ڪن کي وري نيچ ذات جي راڌا جهڙي رولاڪ ڇوڪريءَ جي ان نفرت ڀري نگاهه تي غصو آيو ۽ هو هٿ پير ڇنڊڻ لڳا.

مگر هن ڇوڪريءَ کي ڪنهن جي پرواهه ڪانه هئي. اڳيان ويٺل شخص کي چيائين، "رستو ڏي ڀائي!"

اهو شخص هنکي وڃڻ جي واٽ ڏئي ها يا نه سو ڪير چئي سگهي، پر هو ڪجهه ڪري ئي ڪري تنهن کان اڳيئي نتائي ڇلانگ ماري اٿڻي وڌيو ۽ راڌا جو رستو روڪي بيٺو. هن هٿ جوڙي، تورو مشڪي،

نمرتا سان چيو، ”مونکان غلطي ٿي. تون نه وڃ، منهنجو قسم اٿيئي.“

راڌا زبان سان حرف ڪونه ٻوليو. چپ چاپ واپس موٽي پنهنجي جاءِ تي اچي ويٺي. شور ڪجهه گهٽيو ته هوءَ اُٿي کڙي ٿي.

هن ڳائڻ شروع ڪيو. گڏو گڏ ناچ به ڪرڻ لڳي!

سڀ سڀا حيران ٿي ويئي. ايتري قدر جو غصي ۾ آيل راجا به مگن ٿي ويو. ڇوڪري حسين هئي، هنجو گلو پڻ سريلو هو. تنهن ڪانسواءِ هن اجوڪي ناچ تورڙي راڳ ۾ پنهنجي سموري جان پيري ڇڏي هئي.

سڀا ۾ چؤڌاري واهه واهه ٿيڻ لڳي.

چئني طرفن کان گهور ٿيڻ لڳي. پئسا، آنا، ٻيانيون، پائليون، آڌيا. دڪاندار گهنشيام ته سڄو سارو روپيه گهور ڪيو. مگر راڌا کي انهيءَ ڏانهن ڌيان ڏيڻ جي فرصت ڪانه هئي. هنجو سڄو سرير پسيني ۾ شل ٿي ويو هو. هنجي ڇاتي ڌمڻ جيان هيٺ مٿي پئي ٿي. گوري مک تي ڳاڙهو رت مڙي آيو هوس.

بديءَ اُٿي گهور جا پئسا ميڙيا.

چئني طرفن کان پڪار ٿي: وري نچي، وري نچي.

نتائيءَ راڌا ڏانهن نهاريو. نگاهون نگاهن سان ملنديئي، نمسڪار ڪري هنکي ڌنيواد ڏنائين.

بديءَ راڌا جي ڪلهي تي هٿ رکندي چيو، ”اُٿ.“

پر هنجي سر پر ڪي هٿ لائيندي ئي هوءَ ڇرڪي ويئي. چيائين، "هي ڇا راڏا! توکي ته سخت بخار آهي."

راڏا ڪلي چيو، "تورو دارون هجي ته ڏي."

بنا پاڻي گڏڻ جي هوءَ دارونءَ جي ڍڪ پيري اُتي ڪڙي تي، مگر هينئر هنجي نرت ۽ گان ۾ اهو پهريون جوش ۽ لطف ڪونه آيو. هوءَ سهڪي پئي، ٿڪل نظر پئي آئي. ناچ پورو ڪري هوءَ ڌاٻرجندي سپا مان ٻاهر نڪري ويئي.

ٻڍيءَ نتائيءَ کي چيو، "سنڀالج بابا، ڇوڪري ڏاڍي خراب دماغ واري آهي."

نتائي به سپا مان اُٿي ٻاهر ويو ۽ راڏا لاءِ چوطرف نهاريائين. دل ئي دل ۾ هو هن ڇوڪريءَ کان شڪست کائي چڪو هو. ويچار آيس ته... شمول قول سان هنجي پيٺت ڪرڻ ۾ هون غلطي ڪئي. غلطي نه، پر اپراڌ ڪيو اٿم. هنجي من ۾ هڪ تکين ڪولا جون ٽڪون گونجڻ لڳيون.

مگر راڏا ويئي ڪيڏانهن؟

ناچ گان منڊليءَ جو ڏيرو وڻ هيٺ هو. اُتي ته صرف هڪ شخص، منڊليءَ جو پهلوان چنائي وڃائي وينو هو. هو سان جهڙو ڪاروءَ ڀاري بدن وارو هو. اکيون ٻرندڙ ٽانڊن جهڙيون لال. اُجايل پاڏو جڏهن پاڻي پيئي ٽڻن هو دارون پيئندو هو. سڀ ڏينهن سمهيو پيو هوندو هوءَ راسٽ پوندي

هئي ته هنجو جاڳرڻ شروع ٿيندو هو. ٻاهه ٻاري، مچ اڳيان وينو رهندو هو.

نتائيءَ اُٿي پهچي ڏٺو ته راڏا اُٿي ٻه ڪانهي! چانڊوڪيءَ ۾ هن وري چوڌاري نهاريو.

هي ڇا؟ سندس گهر اڳيان ماڻهو ڇو اچي ڪٺا ٿيا آهن؟

هن اڳتي وڌي سوال ڪيو: ڪير آهي؟

”مان.“

نتائيءَ هنڪي سڃاتو. قاصد شيخ جو پٽ هو.

نتائيءَ پڇيو: ڇاهي! هتي ڇاهي؟

”هوءَ ڇوڪري تنهنجي گهر ۾ ويٺي آهي.“

”پر توهان ڪي هتي ڇا گهرجي؟“

سڀيئي ڪلڙ لڳا.

نتائيءَ چيو، ”توهين سڀيئي هتان هليا وڃو، نه ته اجايو گوڙ ٿيندو. بيهو ته مان راجا کي سڏي وٺان. پوليس وارو ٻه آيل آهي، اُنکي ٻه تو سڏي وٺان.“

نتائي گهر ۾ داخل ٿي، ٻاهريون دروازو اندران بند ڪري ڇڏيو.

مگر راڏا ڪٿي هئي؟ هوءَ ته ڪٿي ٻه نظر نه ٿي آئي.

نتائيءَ ڏٺو ته سندس اندرئين ڪمري جو ٻاهريون ڪڙو کليل آهي. در کي ڌيلهو ڏنائين ته اُهو اندران بند هو.

نتائيءَ آواز ڏنو... اي ... ٻڌين ٿي؟ مان آهيان.

”مان ڪير؟“

”تنهنجو ڪولسا رتن.“

”ڪير، اُستاد!“

”اُستاد ڦستاد، جيڪي تون چوينس.“

دروازو اندران ڪلي ويو.

ننائي اندر داخل ٿي ته هن کان اڳيئي راڌا وري وڃي کٽ تي ليٽي هئي. ننائيءَ جو بسترو پٿاري هوءَ پرچنت سمهي پيئي هئي.

راڌا چيو، ”دروازو بند ڪري ڇڏ.“

”ٻاهريون دروازو بند آهي.“

”سو ته ٻاهرين ديوار ٽپي به ڪير اندر اچي سگهي ٿو. تون هي دروازو بند ڪر.“

راڌا عجيب نموني ٽهڪ ڏنو.

ننائي هنجي پيشانيءَ تي هٿ رکنديئي ڇرڪي ويو.

”هي ڇا! پڳڙا پچي سگهجن، توکي ته اهڙو ٻخار آهي!“

”مٿي کي تورا زور ڏيندين؟“

ننائي مشڪي هنجي مٿي کي زور ڏيڻ لڳو.

راڌا چيو، ”نه، تون ڦستاد نه، اُستاد آهين. ڪوتا ڏاڍي سٺي هئي... تنهنجي ٺاهيل آهي؟“

”ها، مگر مون اها ڪوتا ناپاس ڪري ڇڏي.“

”ڇو؟“ راڌا اکيون پوري ڇڏيون.

”مون غلطي ڪئي هئي.“

راڌا جواب ڪونه ڏنو. هوءَ صرف ٽورو مرڪي.

هاڻي ٻي ڪوٺا رچي اٿم. ائين چئي هو ڌيري ڌيري ڳائڻ لڳو.

ڪور بلو ڪي پول، هاءِ ري...
مون ماتانو پاشي پوري ديئي بوڪ،
ڪو رات ڪانتار ڌاري گهيرا ڪيئا ڦول!

(هاءِ، مونکان ڀل ٿي ويئي! مونکي ڄاڻ ڪانہ هئي تہ ڪنڊن وچ ڪيتڪي ڦول لڪل آهي! ...ڪيتڪي ڦول ۾ سونهن سان گڏ سڳنڌ بہ ٿيندي آهي.)

راڌا جي چهري تي اُٺلڪي مرڪڻ کيلڻ لڳي. چيائين، "پوءِ."
"وڌيڪ ڪانہ ٺاهي اٿم."
"اها ڪوتا مونکي لکي ڏج."
"توکي لکي ڏيان. ڇا تون اها ڳائيندينءَ؟"
"ها."

دريءَ ڏانهن نهاريندي نتائيءَ چيو، "مان اڄ پوري ڪندس... ڪير آهي؟ دريءَ اڳيان ڪير پيو چڪر هڻي؟"
راڌا چيو، "هوندو وري ڪير! اهيئي ماڻهو هوندا."
نتائي ٽپ ڏيئي اُٿيو ۽ دريءَ وٽ پهتو. نرمل ڪومل چاندوڪيءَ ۾ هڪ زناني ڇايا ريل جي پٽن طرف پئي

ويئي، پر هينئر هنجي سر تي سونهري بندي ڪانه تي چمڪي.

زناني ڇاپا چانڊنيءَ جي سندر تا ۾ جڻ الوپ تي ويئي. نتانئي چپ چاپ دريءَ اڳيان بيٺو رهيو ۽ بيمنو باهر نهاريندو رهيو. هنجي من ۾ انيڪ اڻ چتا ۽ بي سلسلي ويچار اڀرڻ وڃڻ لڳا، هنجي دل جي اونهائيءَ ۾ هڪ ارمان اُٿيو ۽ اهو جڻ پٿر بڻجي ويو. ين ين رنگ ڌارڻ ڪندڙ پرتوي به جڻ سڀ هار سينگار تياڳي ويراڳڻ بڻجي، صرف چانڊنيءَ جو سفيد ويس ڪٽي ڪيو هو.

مذاق جي ڪوڏي، حاضر جواب ويچارڻي، سريرَ ۾ ناچڳي هوندي به، جذباتي ويگ وچان اُٿي ڪري تي ويئي هئي.

هنجي زندگيءَ جو انيؤ بنهه نرالو هو. ڏينهن رات پٽڪندڙ، ديهه جي نيچ واپار ڪندڙ هن ناريءَ لاءِ رات سمي ڪي هڪ نرالي معني هئي. انهيءَ آزموديءَ انيؤ مان اُتيل شنڪا ڪارڻ ني راڌا اُڌير بڻجي اُٿي ويئي هئي. هن سمجهيو ته سندس سريرَ جا چاهڪئي گهر جي چوڌاري چڪر ڪاٽيندا هوندا.

هنکي اوچتو ڌپ اچي لڳو ته اِهي ماٺهو گهر تي ڪاه نه ڪونه ڪندا. انهيءَ ڪري البت فڪرمند تي هن سوال ڪيو: ڇا آهي؟

نتانئيءَ اُنر ڪونه ڏنو.

هو جئين چپ چاپ ويٺو هو تئين ويٺو رهيو. ڄڻ ته ڪاوڙ جي هلڪي ڇوڙ هئي. تورو اڳتي وڌي ويهي رهندي هئي، منهن ورائي نهاريندي هئي ۽ نگاهن ۾ چوندي هئي، "مونکي سڏ ڪر... سڏ ڪري ڏس ته ڪيئن نه ڪن ۾ تو وٽ اچي ٿي پهچان."

مگر اڄ هوءَ نه ويٺي، نه پنيان نهاريائين، چپ چاپ هلي وئي. رات جي اونڌاهي آويلي وڳڙي ۾ هوءَ اڪيلي اڪيلي هلي وئي.

راڌا اُٿي ننائيءَ جي پير ۾ آئي. بخار ۾ تتل پنهنجي هٿ سان، ننائيءَ جو هٿ پڪڙي چيائين: ڇو؟

ننائيءَ ڇرڪ ڀري هنڌانهن نهاريو.

روئڻ واري ڇوڪريءَ جي بخار واري لال مک تي، هنجي پرندڙ اکين ۾ اُتاهه تڪ هو... ۽ گهري انتظاري هئي. ان مک ڏانهن نهاريندي ئي ننائيءَ جي سيڻ ۾ سمايل نينهن اُٿلي پيو. پيار وچان راڌا جي منهن ۽ مٿي تي هٿ گهمائيندي هن چيو: ڪهڙي بخار ۾ تون اُٿي ڇو آهين؟ هلي سمهي پئُ! اُف... قلا پڇي سگهجن اهڙو ته توکي تپ آهي."

"چوطرف لفنگا چڪر پيا ڏين نه؟

"لفنگا!"

ننائيءَ جي سوال ۾ حيرت صاف ظاهر هئي. راڌا جي دماغ ۾ جيڪي شخص پئي ڦريا تن جو ته ننائيءَ ڪي سپني ۾ به ويچار ڪونه هو.

راڌا هيٺئين پرون تاڻيون... جڻ مياڻ مان تلوار ڪڍي

وار تي ڪيائين. پڇيائين: تڏهن ڇا آهي؟ دريءَ وٽ ڪير هو؟ تون ڇا ڏانهن پيو نهارين.

نتائي راڌا جو مطلب ڪجهه ڪجهه سمجهي ويو. ڪلي ڇيائين، ”اهي ماڻهو ڪونهن. توکي ڀڄڻ جو ضرور ڪونهي. تون هلي سمهي پئو.“

ائين چئي هنڪي ڪت ڏانهن ڇڪڻ لڳو.

”نه دريءَ تي ڪير هو؟ تو ڪنهن ڏانهن پئي نهاريو؟ دريءَ مان ليئو ڪنهن پاتو؟“

”مان ڏسي ڪونه سگهيس.“

”ڏسي ڪونه سگهئين؟“

”نه.“

”نه پوءِ ٻت ڇو ٻئيو بيٺو آهين؟ لڳي ائين پيو جڻ تنهنجي عزت لٽجي وئي!“

راڌا جون ٻرندڙ اکيون اونده ۾ چمڪيون ٿي.

نتائيءَ جواب ڪونه ڏنو. صرف راڌا ڏانهن نهاري هلڪو مرڪيائين.

راڌا اوچتو اچي ٺهڪن ۾ ڇٽڪي... تلوار جي ڌار جيان ڪپيندڙ ٺهڪ! ڪلي ڪلي ڇيائين، ”اڙي، مان مري وڃان. منهنجون اکيون انڌيون ٿين! ليڪي پائيندڙ جي منهن تي نه گهونگهٽ هو. شايد جاسي مان اُٺي تنهنجي پنيان پنيان هتي آئي هئي ۽ مونکي ڏسي...!“

هوءَ وري ٺهڪ ڏيئي کلڻ لڳي.

نتائيءَ جو سڄو سرير ڏڪڻ لڳو.

ڏاڏا کاڻدي کاڻدي، ڪمري جو ڪڙو کولي ٻاهر
ي وئي.

نتائيءَ پڪاريو، ”اي ... اڙي ڏاڏا!“

ر ٻاهران جواب آيو: ڏاڏا ڪٿي آهي! مان ته ڪالهيو
آهيان. شمول قول! ڇڏ، هتان ته لاءِ. ته ته اڃا
ڏا تنهنجو سر ڀر رتو رت ڪري ڇڏيندا.

نتائي به ٻاهر آيو.

وچارڙي ڏاڏا ٻاهر قاصد شيخ جي پٺ سان اٿلي ڪاهيو.
نتائيءَ هڪدم ڪجهه چوڻ ٿي چاهيو پر چئي نه سگهيو،
ڪي شرم اچڻ لڳو. گهر جي ٻاهران در جي چانئٺ تي
پٺ ڏيو بيٺو رهيو. ٿورو پريان ريل پٽي اوڏانهن مدلي
و ناچ گانو اڃا هليو پئي، پر هتي بلڪل ساڪت ۽ خاموشي
ڪي پيئي هئي. چندرما اُفق تي ٽڪي آسمان جي ڪناري
ي ڪئي. انڌارو ڏيري ڏيري گهرو ٿيندو ٿي ويو. اهڙي
ڪار ۾ ڏاڏا ۽ قاصد شيخ جو پٺ نگاهن کان اوجهل
ويا. نتائي اڪيلو بيٺو عرش ڏانهن نهاريندو رهيو.
جي من ۾ هڪ نئين ڪوتا ڦهڻ لڳي... ڀڳوان انسان
من سان ڪهڙي ليلا پيو کيلي. ڳالهه ٿئي هڪ، پر
سان ايشور جي ليلا کي نه پرکي اڳکي آپو پيو ڏسي.
ڀا، ڏاڏا کي منهنجي ڪمري ۾ ڏسي هلي وئي ۽ ڏاڏا،
ڀا جو پڌري هلي ويو. هن اڄ اهڙي وشه تي ڪي ڪوتا
جڻ ٿي چاهي...

بونڪم بهاري! هوري ٻانڪا تمار مون!

(اي بنڪم بهاري، اچرج تنهنجي ليلا آهي!)

اڄ جيڪي ٿيو هو تنهن ۾ قدرت جي هڪ انوکي نرالي هٿي. پاڻ دو ۾ ذات ۾ پيدا ٿيو هئن اها خود ۾ هڪ زبردست نرالي هٿي. اڄ جيڪي ٿيو سو ٻڌ اهڙي ئي زبردست نرالي هٿي. انهيءَ ڪارڻ ئي هو پنهنجي ڪوتا ۾ هريءَ کي ياد ڪرڻ ڪانسواءِ رهي نه سگهيو.

ڪهاڻيءَ جو ايمنار پروگرام [illegible]

سنڌي ساهه ڳڳن تي ...

نئون ستارو!
نئون ناول نويس!!
نئين وشيه!
نئون طريقو!

ڪاليجي جيون جي رومانـي فضا ۾ ٻه نوجوان دليون اُڏامندي، هڪ ٻئي تي ننولي چٽر ڪندي، وڙهندي جهيڳڙندي، اهڙيون اُڙجي ويئون...

جو ملڪ هيٺ مٿي ٿي ويا!
لڪين ماڻهو دربدر ٿي ويا!
پر هي ٻه دليون الڳ ٿي نه سگهيون...

١٥ جون تي ظاهر ٿي ويندو.

ڪهاڻي ناول مالها - هنسالي ٽئنڪ روڊ،